سنڌ ۾ مارڪسزم-ليننزم جو پرچارڪ

ٻه ماهي

# سماجواد

14

فيبروري-مارچ 2014

مڪاني چونڊون: جمهوريت ۽ سماجي تبديلي جو سوال

نيپال جو اڏورو انقلاب

پاکستان میں قبائلی وجاگیرداری باقیات اوراس کے سیاسی وسماجی اثرات

ناري سوال جا سماجي بنياد

## 8 مارچ

## ناريواد مزاحمت
## جو عالمي ڏينهن

## ناري آزاد
## سماج آزاد



اي معصومو! اي مظلومو!، گهنگهور گهٽائون ٿي جهومو!
هر ڏونگر تي للڪار ڪيو ۽ ايري ان تي وار ڪيو
انڌير نہ ڪوئي رهڻو آ، ۽ پير نہ ڪوئي رهڻو آ
ڪنهن پاپيءَ جو هن پاڙي ۾، اڌ رات ڪٽيسين ڏاڙي ۾،
هيءَ باقي رات بہ ڪٽڻي آ. پر هاڻي بات بہ ڪٽڻي آ
۽ ويريءَ پويان وڃڻو آ، ۽ تنهن جو ڳاتو ڀڃڻو آ
سو ماڻهو مور نہ مرڻو آ، جو ساهہ ڏئي ٿو ننگن تي،
۽ جهانگين تي ۽ جهنگن تي، ۽ پنهنجيءَ ڪيتيءَ پوکيءَ تي
۽ پنهنجي ريت انوکيءَ تي،
ڪو سورج ٻاري ايندا سين، ۽ ڏينهن اپاري ايندا سين،
هيءَ جهنڊو ڳاڙهيءَ مستيءَ ۾، پل جهولي پنهنجيءَ وستيءَ ۾
هو ماري ماري ايندا سين، هو ڏونگر ڏاري ايندا سين

شيخ اياز

سنڌ ۾ مارڪسزم – لينزم جو پرچارڪ

ٻه ماهي

# سماجواد

حيدرآباد

(چوڏهين ڪڙي) فيبروري – مارچ 2014ع

## ايڊيٽر

شاهه عنايت

## ايڊيٽوريل بورڊ

بادل سنڌي، شفقت قادري، لطيف لغاري
سڏارت ڪولهي، بخشل ٿلهو
ڪامريڊ آزاد ماڇي، فيض کيريو

## ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ

انور حسين سومرو

قيمت: =/50

## لکپڙهه لاءِ ايڊريس

فليٽ نمبر 310- 311 V.I.P اپارٽمينٽ
مين قاسم آباد، حيدرآباد
Cell # 03443333888

# فهرست

ايڊيٽوريل

# طالبان سان ڳالهيون يا آپريشن
# رياست جي هڪ نئين راند

اڄ پاڪستاني حڪومت جون طالبان سان "امن جي قيام" لاءِ ڳالهيون جاري آهن ۽ ان معاملي لاءِ ٺهيل حڪومتي ڪميٽي مطابق طالبان شورا سني موٽ ڏني آهي ۽ اهي امن لاءِ سنجيده آهن جڏهن تہ ملڪ جي مختلف علائقن ۾ دهشتگرد ڪارروايون جاري آهن ۽ طالبان شورا حڪومت سان ڳالهين لاءِ دستاويز اڳيان ڪيو آهي جنهن جا ڪجهہ اهم نقطا هي آهن تہ ڊرون حملا بند ڪيا وڃن، عدالت ۾ شريعت جو قانون نافذ ڪيو وڃي، تعليمي ادارن ۾ اسلامي تعليمي نظام رائج ڪيو وڃي، پاڪستاني ۽ پرڏيهي طالبانن کي جيلن مان آزاد ڪيو وڃي، فوج کي قبائلي علائقن مان واپس گُهرايو وڃي، آمريڪا سان سڀ تعلق ختم ڪيا وڃن وغيره. اهي سڀ اهڙا نقطا آهن جن مان ڪجهہ کي بہ مڃڻ حڪومت لاءِ ڏکيو آهي. ياد رهي تہ طالبان سان ڳالهين جو فيصلو 29 جنوري تي وزيراعظم نوازشريف قومي اسيمبلي کي خطاب ڪندي تڏهن ڪيو هو جڏهن نواز حڪومت تي وڌندڙ دهشتگرد ڪاروائين جي ڪري دٻاءُ هو تہ هو ڪو ٺوس فيصلو ڪري. پاڪستان جي سموري بورجوا سياست "آپريشن يا ڳالهيون" جي بحث چوڌاري ڦرندي رهي آهي. لبرل ڌريون روايتي طور طالبان خلاف آپريشن ڪرڻ جي ڳالهہ ڪنديون رهيون آهن ۽ اڄ بہ اهي طالبان سان ڳالهين واري قدم جي خطرناڪ نتيجن جي نشاندهي ڪن ٿيون جيتوڻيڪ هاڻوڪي طالبان سان ڳالهين جي فيصلي تي لبرل ڌرين جهڙوڪ پيپلز پارٽي گهڻو گوڙ ناهي ڪيو. بورجوا لبرل يا نام نهاد سيڪيولر ڌريون طالبان يا ڪٽر انتهاپسند مذهبي قوتن خلاف ضرور ڳالهائينديون رهيون آهن پر انهن ڌرين جو سيڪيولرزم بہ خاص قسم جو آهي. يعني اِهي ڌريون مذهبي انتهاپسنديءَ جي بنيادن تي ڳالهائڻ کان قاصر آهن ۽ صرف مذهبي رواداري جي لفاظي ڪنديون رهن ٿيون (پاڪستان ۾ بورجواز لبرلزم ۽ سيڪيولرزم جي معنيٰ بہ انهن اصطلاحن جي اصل معنيٰ کان ٿوري ڌار آهي) ٻئي پاسي الٽرا ساڄي ڌر طالبان سان ڳالهين ۽ آمريڪي جنگ جي خاتمي جي ڳالهہ ڪندي رهي آهي. اڄ بہ اهو بحث ڄڻ ان ئي دائري ۾ بورجوا سياست جا ڦيرا جاري آهن. اِتي سوال ايري ٿو تہ ان سڄي مامري کي ڪاٻي ڌر جون پورهيت دوست قوتون ڪيئن ڏسن يا اسان بورجوازي جي ڏنل بحث کي ڪيئن سمجهون؟

سولين سرمائيدار (نواز حڪومت) جي معاشي صورتحال ۽ آمريڪي فوجن جي افغانستان مان واپسي جي سلسلي شروع ٿيڻ کانپوءِ ٺهندڙ جيو پوليٽيڪل صورتحال جي تناظر ۾ پهرين ڏينهن کان اِها پاليسي هئي تہ معاشي بحران کي ڪنهن حد تائين حل ڪيو وڃي ۽ ان ڪري دهشتگردي واري معاملي کي بہ هڪ حد تائين سلجهايو وڃي. پاڪستاني رياست کان ناراض پاڪستاني طالبان کي پنهنجي سرمائيداراڻي ڳر ۾ سمائڻ (Accommodate) ڪرڻ لاءِ

انهن سان ڳالهين ڪرڻ ۽ ساڳئي وقت افغانستان ۾ افغان طالبان جي حمايت ڪرڻ جيئن افغانستان ۾ پنهنجو اثر رسوخ برقرار رکي سگهجي، شروعات کان نواز حڪومت جي رهي آهي. پر پاڪستان ۾ موجود رياست کان ناراض طالبان مختلف لاڙا رکندڙ قوتن جو مجموعو آهي. جيڪي متحد به آهن ۽ الڳ به آهن ۽ طالبان تي القائده جو ۽ ٻاهرين قوتن جو اثر پڻ آهي. طالبان جو اسلام، جنهن ۾ قبائليت ۽ پختون قومپرستي جا به جز موجود آهن، پاڪستاني رياست جي مسلم نيشنلزم ۽ جديد سرمائيداراڻي اسلام کان بهرحال مختلف آهي. انهن سيني ڪارڻن جي ڪري پاڪستاني طالبانن کي ڳالهين ذريعي راضي ڪرڻ ۽ انهن جي مطالبن کي مڃڻ رياست لاءِ تمام ڏکيو آهي هوندئن به اسان مذهبي انتهاپسند گروهن سان ڳالهين واري قدم جي قطعي طور مخالفت ڪيون ٿا ڇاڪاڻ ته ان سان مذهبي انتهاپسندي کي طاقت ملي ٿي ۽ اهو قدم سيڪيولر ڌرين کي وڏيڪ نقصان پهچائيندو. اسان سمجهون ٿا ته هاڻوڪيون ڳالهيون به ڪي خاص نتيجا نه ڏئي سگهنديون ۽ وري آپريشن جي آبهوائي جنم وٺندي. لبرل سياسي ڌرين جي خاموشي به اهو ئي ڏس ڏئي ٿي.

ٻئي پاسي آپريشن جي آپشن تي جيڪڏهن ڳالهائجي ته اِهو به موجوده پاڪستاني رياست جي بيهڪ ۾ ان معاملي جو حل نه آهي. پاڪستان جو ملٽري بورجوازيءَ ان راءِ جو رهيو آهي ته ”خراب طالبان“، جيڪي رياست جي چئي کان ٻاهر آهن خاص ڪري پشتون پاڪستاني طالبان تي محدود آپريشن ڪجي. ساڳئي وقت هي رياست ”قانوني“ مذهبي انتهاپسند ڌرن کي استعمال به ڪندي رهي آهي ۽ مذهبي انتهاپسنديءَ جي بنيادن کي سگهارو ڪندي رهي آهي. مذهبي انتهاپسنديءَ جي مختلف گروهن ۽ فرنٽن (يعني قانوني، نظرياتي، يا هٿياربند کي مڪمل الڳ نٿو ڪري سگهجي ۽ هڪ خاص هٿياربند جهادين خلاف آپريشن ذريعي مذهبي انتهاپسنديءَ جو خاتمو نٿو ڪري سگهجي. ”ڳالهيون يا آپريشن“ جو بحث (Discourse) بورجوازي جو لاٽل آهي. ڇاڪاڻ ته بورجوازي وٽ ان کان ٻاهر ڪوبه حل نه آهي ۽ اِهو هڪ تخليق ڪيل سوال آهي جنهن تي سوچڻ ڪانسواءِ جواب ڏجي ته ماڻهو بورجوازي جي چار ۾ ئي ڦاسي ٿو يعني ماڻهو مذهبي انتهاپسندي جي بنيادن تائين پهچي نٿو سگهي. اسان جو ڪم اهو آهي اِن سوال تي سوال اٿاريون.

اسان سمجهون ٿا ته مذهبي انتهاپسندي جا بنياد سماج ۾ آهن ۽ اِها رياست جي ادارن تائين ڦهليل آهي ۽ رياست پنهنجي مفادن جي ڪري ان کي سگهارو ڪندي رهي آهي. جيستائين انهن بنيادن جهڙوڪ مذهبي نفرت سان ڀريل نصاب، مدرسا، بک بدحالي، ٻاهرين امداد وغيره کي ختم نه ٿو ڪجي تيستائين صرف فوجي آپريشن يا ٻي ڪنهن طريقي سان ان پيچيده مسئلي کي حل نٿو ڪري سگهجي. رياست جي ڳر کي سمجهندي اسان سمجهون ٿا ته پاڪستاني بورجوازي وٽ اِن مسئلي جو ڪو مستقل حل ناهي ۽ اِن ئي بحران جي ڪري بورجوا سياست ”ڳالهيون يا آپريشن“ واري دائري ۾ ئي ڦرندي رهي ٿي. پورهيت سياست جو فرض اِهو آهي ته مذهبي انتهاپسندي جي بنيادن کي سمجهندي نوس مطالبن تي پورهيت عوام کي منظم ڪري. يعني سيڪيولر نصاب، سيڪيولر رياست، عوامي راڄ وغيره. اسان سمجهون ٿا ته اِهو ئي مذهبي انتهاپسنديءَ جو مستقل حل آهي.

ڏيهي سياسي صورتحال

# مڪاني چونڊون: جمهوريت ۽ سماجي تبديليءَ جو سوال

شاهہ عنايت




2009ع ۾ مشرف دؤر ۾ چونڊجي آيل مڪاني حڪومتن جي مُدي پوري ٿي وڃڻ بعد پي پي تہ مرڪز توڙي سنڌ ۾ پنهنجي پوري حڪومتي دؤر ۾ نين مڪاني چونڊن جي حوالي سان سگهڻ اعلانن کان اڳتي نہ ٽپي، پر نواز ليگ پڻ ان معاملي ۾ پوئين ڳچل عرصي ۾ ڪا خاص اڳيرائي ڪندي نظر نہ آهي. مڪاني چونڊن جي معاملي ۾ اهڙي ڪن۔لاتار رڳو پي پي يا نواز ليگ تائين محدود نہ هُئي پر ان ڪارِ خير ۾ مرڪز توڙي ڪنهن بہ صوبائي حڪومت ۾ شامل ٻيون سياسي ڌريون پڻ ڪا گهربل سنجيدگي ڏيکاريندي ۽ ڪي جوڳا قدم کڻندي نظر نہ آيون. نيٺ ٻين ڪوڙ سارن معاملن جيان ان معاملي ۾ پڻ ملڪ جي اعليٰ عدالت (Supreme Court) جي مستقل دٻاءُ جي نتيجي ۾ اهي سمورين سياسي پارٽيون ان معاملي کي وڏي عرصي تائين هڪ نہ ٻئي بهاني سان ٽارڻ بعد آخرڪار سمورن صوبن ۾ مڪاني چونڊون ڪرائڻ تي راضي ٿي ويون. بلوچستان ۾ پوئين سال جي ڊسمبر مهيني ۾ اهي چونڊون ٿي چُڪيون، جن ۾ بلوچستان اسيمبلي ۾ موجود حڪومتي ڌُر "نيشنل پارٽي" ئي سوپاري ٿي. جڏهن تہ سنڌ، پنجاب ۽ خيبرپختونخواهہ ۾ سپريم ڪورٽ توڙي اليڪشن ڪميشن جي بيحد اسرار باوجود هينئر تائين مڪاني چونڊن جو اهو اُٺ ڪنهن هڪ پاسي ويهندي نظر نہ ٿو اچي.

هونئن تہ ملڪ جون اهي ٻئي وڏيون توڙي لڳ ڀڳ سموريون سياسي پارٽيون تقريباً هر موقعي تي مڪاني چونڊن جي اهميت توڙي اوليت بابت بيان بازي ڪندي نظر اينديون آهن، پوءِ آخر اُهي ڪهڙا سبب آهن جيڪي مڪاني چونڊون ڪرائڻ جي معاملي تي سندن اهڙي "گوٽ نات" جو ڪارڻ بڻجن ٿا؟ مشرف جي آمراڻي دؤر جي خاتمي سان ملڪ جي حڪومتي اڪاڙي ۾ هڪ ڦيرو ڦيهر پير پائيندڙ پي پي توڙي نواز ليگ مرڪز سنڌ توڙي پنجاب ۾ ڪڏهن آئيني رنڊڪُن جو حوالو ڏئي تہ ڪڏهن ملڪ جي اندروني سياسي توڙي انتظامي مسئلن کي عُذر بڻائي مختلف حيلن بهانن سان ان معاملي کي ٽارينديون آيون آهن. ايستائين جو 2009 ۾ مڪاني حڪومتن جي مُدي پوري

تي وڃڻ بعد نيون مڪاني چونڊون ڪرائڻ بجاءِ سڄي مڪاني نظام کي هڪ آمر جي سٽيل چال سڏي، سندس جاءِ تي بينڪيتي دؤر جي هڪ عوام دشمن نظام "ڪمشنري راڄ" (Commissionerate System) کي نين وضاحتن ۽ اصطلاحن جي مدد سان لاڳو ڪيو ويو پر مڪاني چونڊون نہ ڪرايون ويون. هينئر جڏهن اهي سموريون سياسي ڌريون سُپريم ڪورٽ جي دَٻاءُ اڳيان گوڏا کوڙي چُڪيون آهن، تنهن هوندي بہ اهي سڀ ڪڏهن مڪاني نظام جي حوالي سان ڪنهن گُهربل قانونسازي جو حوالي ڏئي، ڪڏهن نين ٿَڪ بندين جو ذڪر ڪندي تہ ڪڏهن وري چونڊن لاءِ طئي ٿيل (Nomination) توڙي (Election) جي طريقيڪار ۾ ڪوتن جو اعتراف ڪندي، انهن چونڊن کي هٽ وٺي پوئتي ڌڪڻ جون ڪوششون ڪري رهيون آهن.

مڪاني چونڊن واري مامري ۾ انهن سياسي پارٽين جي ان ٽال مٽول کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ مڪاني چونڊن جي تصور کي سمجهندي هن رياست جي موجوده بيهڪ ۾ سندن جڙندڙ(يا ماضي ۾ جڙيل) ڪردار کي جانچي تہ جيئن هاڻوڪي صورتحال ۾ ان مامري جي نوعيت، سندس حدُن، فائدن ۽ نقصانن جي ڪا مناسب ڪٿ تور ڪري سگهجي.

## مڪاني چونڊن جو تصور:

مڪاني چونڊن جو تصور پنهنجي جوهر ۾ رياست جي مرڪزيت جي نفي آهي. اها سياسي، معاشي ۽ انتظامي اختيارن جي اهڙي ورڇ آهي، جنهن ۾ رياست جي طاقت ۽ غلبو ورهائجي ننڍين ننڍين سياسي ۽ انتظامي اڪائين ۾ تقسيم ٿي وڃي ٿو. رياست اندر طاقت جي مرڪزيت (Power Centralism) ان معنيٰ ۾ جمهوري قدرن جي نفي آهي تہ اها ڪنهن مخصوص شخص، ڌُر اداري قوم جي صورت ۾ هڪ مخصوص طبقي کي ماڻهن جي هڪ وسيع اڪثريت مٿان غالب بڻائي ڇڏي ٿي. طاقت جي اهڙي مرڪزيت نہ صرف ماڻهن جي هڪ وڏي تعداد کي بي اختيار بڻائيندي هڪ عمومي ويڳاڻپ کي جنمي ٿي، پر ساڳئي ئي وقت اقليت جي اڪثريت تي اهڙي غلبي کي قائم رکڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ قانوني ۽ ادارتي ڏاڍ هڪ ننگي آمريت جو روپ ڌاري وٺي ٿو.

اختيارن جي اهڙي ورڇ جديد سرمائيدار جمهوريتن ۾ موجود هڪ عمومي رجحان آهي، جنهن جو سبب انهن اُسريل سماجن ۾ موجود جمهوري تحريڪون آهن. يورپ، لاطيني آمريڪا توڙي ايشيا جا کوڙ سارا مُلڪ جمهوري تحريڪن جي اوُسر سبب اختيارن جي هيٺين سطح تائين منتقليءَ واري عمل منجهان گذري رهيا آهن. مرڪزي رياستن وٽ اختيارن جي ارتڪاز واري حڪمت عملي سگهارين جمهوري جدوجهدن جي موجودگي ۾ خود



انهن رياستن لاءِ هاڃيڪار بڻجي ويندي آهي. جنهن سبب اهي رياستون اهڙين جمهوري تحريڪن جي سگهه آهر اختيارن جي ورچ ڪنديون آهن. ٻين لفظن ۾ جيتري ڪنهن مُلڪ اندر جمهوري تحريڪ سگهاري هوندي، ماڻهو پنهنجي سياسي ۽ معاشي حقن جي ساڃاهه رکندا هوندا ۽ انهن لاءِ جدوجهد ڪندا هوندا. رياست پڻ اوتري ئي نسبت ۾ پنهنجي پاور اسٽرڪچر (Power Structure) ۾ سڌارا آڻڻ تي مجبور ٿيندي. ان معنيٰ ۾ مڪاني نظام جو اطلاق ۽ سياسي، معاشي ۽ انتظامي اختيارن جي حقيقي انداز ۾ هيٺين سطح تائين منتقلي هڪ ترقي پسند جمهوري عمل آهي. پر ساڳئي ئي وقت اهو پڻ ذهن ۾ رکڻ کپي ته پنهنجي پيل سماجن ۽ ٽين دنيا جي گهڻو رياستن اندر جتي ننگي طبقاتي جبر ۽ گهٽن هنڌن تي قومي جبر جي موجودگيءَ سبب سماج اندر حقيقي جمهوري لاڙا ۽ قدر اوسر ڪري ناهن سگهندا. اهڙن سماجن اندر اِن قسم جا سُڌارا سماجن کي سياسي طور سگهارو ڪرڻ بجاءِ کين ويتر وڌيڪ ويڙهائڻ ۽ ڪمزور ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيا ويندا آهن. پاڪستان اندر مڪاني سُڌارا گهڻي ڀاڱي پنهين رجحان جي عڪاسي ڪن ٿا.

## پاڪستاني رياست جي غير جمهوري بيهڪ ۽ مڪاني چونڊون:

مڪاني نظام يا اختيارن جي هيٺين سطح تائين منتقلي جمهوري اهڃاڻ هجڻ باوجود جمهوري طور ڪمزور سماجن ۾ هڪ اهڙي سياسي هٿيار طور استعمال ٿئي ٿو جنهن سان هڪ پاسي ته سماج ۾ موجود لنگڙين لُولين جمهوري تحريڪن کي تباهه ڪيو وڃي ٿو پر ٻئي پاسي اهڙن سماجن ۾ موجود استحصالي پرتن جي طبقاتي ڌاڙي ۽ جبر کي وسيع پيماني تي ادارتي انداز ۾ سياسي جواز پڻ فراهم ڪيو وڃي ٿو. پاڪستان ۾ پڻ مڪاني نظام جي ڪهاڻي اهڙي ئي هنڌ وڃي ڇيهه ڪري ٿي. اسلام جي نالي تي ڏکڻ ايشيا ۾ سامراجي ڌرين طرفان جوڙيل هي پاڙيتو رياست هڪ وڏي فوجي ڇانوڻي مثل آهي جنهن ۾ ملڪ جي سياسي، معاشي ۽ انتظامي معاملن جون واڳون گهڻي ڀاڱي فوج جي ئي هٿن ۾ رهنديون آيون آهن. پر اها پاڪستاني فوج جي بدنصيبي چئجي جو ڪمزور ۽ ڇڙوڇڙ ئي صحيح پر عوامي مزاحمت جي موجودگيءَ سبب سندن ڌاڙي ۽ جبر جو اهو سنئاءُ ڪڏهن به سڌيءَ ريت، غير سياسي انداز ۾ ڪنهن وڏي عرصي لاءِ قائم رهي ناهي سگهيو. هڪ گهڻ قومي رياست هُجڻ سبب موجود قومي ڌاڙي ۽ اڻ برابري ۽ سامراجي ڌرين جي هڪ پاڙيتو رياست هجڻ سبب موجود طبقاتي استحصال کي دٻائي رکڻ لاءِ کين هميشه هڪ اهڙي جمهوريت جو بُرقعو کپندو رهيو آهي جيڪا ڏيک ۾ ته عوامي اُمنگن جو اظهار هجي پر حقيقت ۾ سندس لغام فوج جي ئي هٿن ۾ رهي. ان ڪري ئي پاڪستاني جمهوريت جي اِها "وچ" فوج جي ڪوڙيل ڪِلي آهر ئي ڪڏندي آهي جنهن کي "ضابطي هيٺ جمهوريت" يا (Controlled Democracy) چئبو آهي.

پر عجيب ڳالهه اها آهي ته ملڪ جي "اڇي ۽ ڪاري" کي گهڻي ڀاڱي طئي ڪندڙ اها فوج ان "ضابطي هيٺ جمهوريت" منجهان پڻ ڪو وڏو عرصو خوش رهي ناهي




سگهندي. ملڪ جي 66 سالن جي تاريخ جو اڌ "فوجي مارشلائن" سان پريل هجڻ جو سبب پڻ عسڪري ادارن جو انهن نالي ماتر جمهوري حُڪومتن منجهان "راضي ۽ خوش" نہ هُجڻ ئي آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪمزور ئي سهي پر سياسي حڪومتن جي دؤر ۾ ٿيندڙ جمهوري اؤسر سندن موت آهي. چونڊيل حڪومت جي تڏا ويڙهہ ڪري اقتدار تي قابض ٿيندڙ فوج انهن آمريتن جو جواز هميشہ "ڪرپٽ سياستدانن" جي مُلڪ دشمن حڪمتِ عملين کي ئي ڄاڻيندي آهي. ۽ پوءِ ٻئي ڏاڪي ۾ انهن "خراب سياستدانن" جي جاءِ تي "ايمداندار ۽ باڪردار" سياستدانن جي هڪ نئين جنس متعارف ڪرائيندي. مڪاني حڪومتن جي صورت ۾ انهن آمريتن کي سياسي ٽيڪ فراهم ڪندي آهي. هن مُلڪ اندر مڪاني چونڊون جمهوري عمل کي اؤسر ڏيڻ ۽ عوام کي بااختيار بڻائڻ لاءِ نہ پر فوجي آمريتن کي سياسي جواز فراهم ڪرڻ لاءِ استعمال ٿينديون آيون آهن. فوجي حڪمران پهرئين ڏاڪي ۾ تہ چونڊيل حڪومتن کي گهر پيڙو ڪندا آهن. ۽ پوءِ ٻئي ڏاڪي ۾ ڪنهن امڪاني مزاحمت کان بچڻ ۽ وڏين سياسي پارٽين جي سياسي اثر ختم ڪرڻ لاءِ "علائقائي سياست" جي نالي ۾ ياڙيتو سياستدانن جي هڪ پُوري فوج پرتي ڪندا آهن. جيڪا هڪ وفادار غلام جيان نہ صرف هر ممڪن معاملي ۾ سندن "جي حضوري" جو فرض سرانجام ڏيندي آهي. پر ٻئي دؤر ۾ (جڏهن ملڪ اندر جمهوري عمل بحال ٿي ويندو آهي) هڪ پاڪيٽ جي صورت ۾ خالص اسٽيبلشمنٽ جي مفادن کي سياسي ايجنڊا طور رکندي سندن دلالي جو ڪم ڏيندي آهي. ملڪ جي ڪوڙ سارين سياسي پارٽين جهڙوڪ مسلم ليگ (نواز). مسلم ليگ (ق). ايم ڪيو ايم. جماعت اسلامي. جمعيت علمآءِ اسلام توڙي تحريڪ انصاف جو شُجرو ايئن ئي فوج سان وڃي ملي ٿو. ايوبي دؤر جي "بنيادي جمهوريتن" کان وٺندي ضياءَ ۽ مشرف دؤر ۾ غير جماعتي بنيادن تي چونڊجي آيل اهي مڪاني حڪومتون هُوبهو بينڪيتي دؤر ۾ انگريزن طرفان هندستان ۾ لاڳو ڪيل مڪاني حڪومتن جهڙيون ئي هُيون جيڪي انگريزن 1857ع واري بغاوت ڪانپوءِ پوري هندستان ۾ نافذ ڪيون. انگريزن طرفان نافذ ڪيل اُن مڪاني نظام جو بنيادي مقصد مستقبل ۾ اهڙي ڪنهن امڪاني بغاوت کان بچڻ هو جنهن لاءِ پهرئين ڏاڪي ۾ تہ نہ صرف هندستان جي پُراڻن جاگيردار خاندانن تي هٿ رکيو ويو پر زمين جي وراثت جو قانون پاس ڪري انگريز سرڪار سان وفاداري ۽ سهڪار جي شرطن تي سوَن. هزارن جي تعداد ۾ بااثر ماڻهن کي وڏين جاگيرن سان نوازيو ويو ۽ پوءِ

بئي ڏاڪي ۾ ضلعي سطح تي انگريز ڪمشنر جي سرپرستيءَ ۾ مڪاني حڪومتون جوڙيون ويون جن ۾ لاڳاپيل علائقن جي انهن "بااثر" ماڻهن کي علائقائي نمائندن جي صورت ۾ چونڊيو ويو. جيتوڻيڪ اهي بااثر ماڻهو انهن چونڊيل حڪومتن ۾ صرف صلاحڪار ٿي هُئا ۽ کين ضلعي جي سياسي، معاشي ۽ انتظامي معاملن ۾ ڪنهن بہ قسم جي مداخلت جي اجازت نہ هُئي تنهن هوندي بہ هندستاني سماج ۾ ڪنهن متبادل سياسي تحريڪ جي اٿهوند سبب کين مليل "سياسي نمائندن" جي اُها حيثيت گهڻو ڪجهہ هُئي. هُو پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ نظم و ضبط برقرار رکڻ ۽ ڪنهن بہ خطري يا خدشي جي صورت ۾ انگريز سرڪار سان مڪمل سهڪار ڪرڻ لاءِ پابند هُئا ۽ بدلي ۾ انگريز سرڪار سندن جاگيرن ۽ انهن جي بنياد تي جڙيل سندن مٿانهين حيثيت جي ضامن ۽ محافظ هوندي هُئي. ان نظام جي مدد سان انگريز سرڪار کي ٻيڻو فائدو ٿي ٿيو. هڪ پاسي تہ انهن جاگيردارن کي هيٺين سطح تي ئي صحيح پر هڪ سياسي عمل جو حصو بڻائيندي هو علائقائي ماڻهن جي سياسي نمائندگي واري مطالبي ۽ اُن جي بُنياد تي موجود ناراضگيءَ کي دٻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿيا پر ٻئي پاسي انهن ڏيهي دلالن جي مدد سان پوري هندستان ۾ ڪنهن حقيقي مزاحمتي تحريڪ جي اُڀرڻ جي امڪانن کي پڻ گُهٽيو ٿي ويو. توري گهڻي فرق سان هن ملڪ ۾ مڪاني حڪومتن جا سبب بہ ساڳيا آهن تہ نتجيا بہ ساڳيا فرق صرف ايترو آهي تہ بينڪيتي دؤر ۾ ان حوالي سان جيڪو ڪردار انگريز ادا ڪندا هُئا، هن ملڪ اندر هو ساڳو ئي عوام دشمن ڪردار هتان جي فوج ادا ڪندي آئي آهي.

## جمهوري دؤر ۾ مڪاني چونڊن جو سوال:

ان حقيقت کي تسليم ڪرڻ باوجود تہ فوج مُلڪ جي سياسي تاڃي پيٽي ۾ پنهنجو اثر برقرار رکڻ ۽ آمريتي دؤرن ۾ وڏين سياسي پارٽين جي سياسي اثر کي ختم ڪرڻ لاءِ مڪاني نظام جو سهارو وٺندي رهي آهي، مڪاني چونڊن جو عمل يا اختيارن جي هيٺين سطح تائين منتقلي بحرحال هڪ ترقي پسند جمهوري عمل آهي. پر جمهوري دؤرن ۾ مرڪزي توڙي صوبائي حڪومتن ۾ شامل وڏيون سياسي پارٽيون صرف مڪاني نظام جي مٿي ذڪر ڪيل "ڏرائتي ڪردار" کي ئي جواز بڻائيندي اختيارن جي هيٺين سطح تائين ورڇ واري جمهوري مطالبي کي رد ڪنديون آيون آهن. اها ڳالهہ ڪنهن حد تائين عجيب آهي تہ فوج سان نسبتي طور تضاد رکندڙ اهي بورجوا سياسي پارٽيون بحرحال طاقتور طبقن جي وسيع تر مفاد هيٺ ساڻس سرچاءُ ڪري ئي وٺنديون آهن ۽ فوج جي سياسي، معاشي ۽ انتظامي معاملن تي قائم هڪ هٿيءَ کي ٻري ئي چئلينج ڪنديون آهن. پر اختيارن جي ورڇ واري معاملي تي کين يڪدم "جمهوريت" جو دؤرو پئجي ويندو آهي ۽ اهي مڪاني نظام کي آمريتي باقيات سڏي، معاشي ۽ انتظامي معاملن تي قائم فوج جي هڪ هٿيءَ منجهان جان ڇڏائڻ جو طريقو ئي سماج کي وڌ کان

وڌ (Democratize) ڪرڻ آهي ۽ هڪ جمهوريت پسند ڌُر ڪڏهن بہ ڪنهن اهڙي عمل کان پري نہ پهچندي جنهن سان سماج ۾ جمهوري لاڙن کي اوسر ڪرڻ جو موقعو ملي سگهي. پر جيئن تہ هن مُلڪ ۾ جمهوريت جي دعويدار ڌرين منجهان ڪا هڪ بہ حقيقي معنيٰ ۾ نہ تہ اڪثريتي عوام جي مفادن جي ترجماني تي ڪري ۽ نہ ئي سندن حقيقي نمائندگي، ان ڪري سماج کي (Democratize) ڪرڻ سندن ايجنڊا تي ئي نہ تي سگهي. انهن پارٽين منجهان اڪثر تہ سڌوسنئون عسڪري آشيرواد سان ئي هلن ٿيون، پر جيڪڏهن ڪا ڌُر فوج يا اسٽيبلشمنٽ سان ڪنهن تضاد ۾ بہ آهي تہ ان تضاد جي نوعيت صرف نسبتي (Relative) آهي. سندن سياست جو محور جمهوريت جي اصل ماخذ "اڪثريتي عوام" بجاءِ سامراجي ڌُرين، ڏيهي ۽ پرڏيهي سرمائيدارن ٽوڏي جاگيردارن جي مفادن جو تحفظ ۽ پُوراءُ ڪرڻ آهي ۽ پنهنجن سمورن تضادن ۽ اختلافن سميت بحرحال ان بنياد تي منجهن هڪ ڪُل وقتي هيڪڙائي آهي.

عوام جي اڪثريت جي ان سچي ايڪوئيشن (Equation) مان خارج هجڻ ڪري جمهوريت جي نالي ۾ ٿيندڙ اهو ڊرامو "هوند وارن پرتن" ۾ وڌ کان وڌ سياسي ۽ معاشي طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ ٿيندڙ ڇتاپيتي کان اڳتي نہ ٿو ٿيي. سياست جي نوَٽڻ ۾ ڪنهن ڪِلي جيان کُتل اهي جاگيردار ۽ سرمائيدار حقيقت ۾ رياست جي غير جمهوري ڳر جا سياسي امين آهن جيڪي "طاقت ۽ اختيار" هيٺ سماج ۾ لاهڻ تہ نهيو پر خود پنهنجي طبقي سان بہ ويرهائڻ جا مخالف آهن. عوامي بنيادن کان محروم انهن بورجوا سياسي پارٽين لاءِ خود چونڊ جو عمل ئي ڦاهو هُجي ٿو ڇاڪاڻ تہ پنهنجي سماجي ۽ معاشي طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ سچي سماج کي فرسوده جاگيرداري نظام ۾ جڪڙي رکڻ سبب پلي کين اِهو ڊَپ نہ بہ هجي تہ ڪو ماٺهو پاڻ پنهنجي نمائندگي جي دعوي ڪندي ساٺن مقابلي جو سَٽُ ساري سگهندا. تنهن هوندي بہ کين پنهنجي ئي طبقي اندر وڌ کان وڌ سياسي ۽ معاشي طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ جاري "مقابلي بازي" جو پلي پت اندازو هجي ٿو ۽ عوامي بنياد ڪمزور هجڻ سبب سندن سياسي اقتدار وڃائڻ جا امڪان هميشہ موجود رهن ٿا. نتيجي طور اسان ڏسئون ٿا ڪجھ مخصوص سگهارين بورجوا پارٽين جي هزار گوٽ ناٽ باوجود ننڍين ۽ نسبتي طور ڪمزور سياسي پارٽين، گُروهن يا پوءِ بي صورت ۾ ڪن مخصوص علائقن ۽ حَلقن ۾ سياسي اثر رکندڙ ڌُرين طرفان مڪاني چونڊن تي تمام گهڻو زور ڏنو ويندو آهي. اهو زور توڙي جو هميشہ جيان عوام کي سياسي ۽ معاشي طور سگهارو (Empower) ڪرڻ جي نعري هيٺ ئي لڳندو آهي، تنهن هوندي بہ تمام ٿورن مثالن ئي ان جو ڪو عملي اظهار تي سگهندو آهي. باقي گهڻي حد تائين تہ مخصوص علائقن اندر خانداني، نسلي يا مذهبي شناخت جي بنياد تي سياست ڪندڙ سياسي گُروهہ ئي مڪاني سڌارن منجهان پنهنجي سياست جو "اُلو" سڌو ڪندي نظر ايندا آهن. سنڌ جي شهرن اندر هڪ خاص قسم جي نسل پرست سياست ان جو بهترين مثال آهي. علائقائي سطح تي مدِمقابل سياسي ٽوتن جي ابرڻ ۽ اُن ورچ جي نتيجي ۾

مخصوص علائقن اندر پنهنجي سياسي قوت وڃائڻ جي ڊپ سبب ئي اهي وڏيون بورجوا سياسي پارٽيون سياسي ۽ معاشي اختيارن جي ورڇ واري معاملي تي ڇرڪن ٿيون ۽ مڪاني ادارن جي پيٽ ۾ صوبن ۽ صوبن جي پيٽ ۾ مرڪز وٽ طاقت ۽ اختيار جي ارتڪاز جون حامي هُجن ٿيون. پر جيئن تہ اهي سڀ پلي بيان بازي جي حد تائين ئي صحيح پر بحرحال جمهوريت، سياسي عمل ۾ عوام جي شموليت ۽ سندس (Empowerment) جي دعوائن جي بنياد تي ئي سياست ڪن ٿيون. ان ڪري اهي ڪنهن بہ صورت ۾ اختيارن جي ورڇ واري جمهوري مطالبي جي سڌيءَ ريت مخالفت افورڊ نہ ٿيون ڪري سگهن. نتيجي طور اهي مٿي ذڪر ڪيل مختلف حيلن بهانن سان ان عمل کي پُنتي ڌڪڻ لاءِ جتن ڪن ٿيون.

## مڪاني چونڊون ۽ سنڌ:

مڪاني حڪومتن جي تصور، سندن افاديت ۽ پنتي پيل سماجن ۾ سندن امڪاني نقصانن بابت مٿي پيش ڪيل جائزو عمومي طور تہ سڄي ملڪ تي لاڳو ڪري سگهجي ٿو. پر سنڌ جي سياسي-سماجي تاجي پيٽي تي مُلڪ ۾ مختلف دؤرن ۾ لاڳو ٿيندڙ مڪاني نظام جي اثرن جي ڇنڊڇاڻ نهايت ئي ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ پاسي تہ سنڌ جي شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ موجود فرق جي هڪ خطرناڪ حد تائين پُڄڻ پر ٻئي پاسي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ موجود شديد سياسي، سماجي ۽ معاشي ڀيج ڊاهہ ۾ ماضي ۾ رهيل مڪاني حڪومت جو وڏو ڪردار رهيو آهي.

فطري توٽي سماجي سببن ڪري مختلف سماجن ۾ لڏپلاڻ جي عمل جي تاريخي حيثيت سمجهندي بہ ان حقيقت کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي تہ تاريخ جي تسلسُل ۾ جڙندڙ مختلف سماجن جي مخصوص ثقافتي شناخت توٽي سماجي ۽ معاشي مفادن سبب ڪنهن بہ خطي اندر اصلوڪن رهاڪُن ۽ ٻاهران لڏي ايندڙ ماڻهن ۾ موجود فرق يا ويڇن کي ميسارڻ لاءِ ضروري ماحول تيار ڪرڻ ۾ تمام گهڻين شعوري توٽي لاشعوري ڪوشش سان گڏ تمام گهڻو وقت پڻ گُهربل هوندو آهي. پر جڏهن اهڙو فرق يا ويڇو وسيلن ۽ اختيارن جي اڻ برابر ورڇ جو ڪارڻ بڻجي وڃي يا اُن ويڇي جي بنياد تي ئي سياست ڪئي وڃي تہ سماج ڪهڙي اوڙاهہ ۾ وڃي سگهي ٿو ان جي هڪ جهلڪ سنڌ 90_89 وارن نسلي فسادن ۾ ڏسي چُڪي آهي. هن رياست جي نظرياتي لائين "بہ قومي نظرئي" سان ٽڪراءُ ۾ نهڪاءُ جي بہ بالڪل متضاد پوزيشنن تي بيٺل سنڌ جون ٻئي سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آباديون هونئن بہ ان اختلاف ۾ ان جي نتيجي ۾ جنمر وٺندڙ سياسي ۽ سماجي تفريق سبب ورلي ئي ڪڏهن هڪ ٻئي جي ويجهو اچي سگهيون. پر ان تفريق ۾ شدت ان وقت آئي جڏهن ضياءَ دؤر ۾ لاڳو ڪيل مڪاني نظام ذريعي سنڌ جي شهرن ۽ ٻهراڙين کي سياسي، معاشي ۽ انتظامي حوالي سان ڪٽي هڪ ٻئي کان ڌار ڪيو ويو.

ضياءَ دؤر ۾ مُلڪ جي فوجي اسٽيبلشمنٽ هڪ پاسي تہ سنڌ جي شهرن اندر هڪ مخصوص نسل پرست سياست جي ابتدائي پرورش ڪري رهي هُئي، پر ٻئي پاسي

شهرن ۽ ٻهراڙين لاءِ ڌار ڌار حڪومتون جوڙي، سنڌ اندر پي پي جي چيلهه ڇڃي ڪرڻ لاءِ ٻهراڙين ۾ موجود سياسي طاقت کان وانجهيل پي پي مخالف جاگيردار حلقن تي شهرن جي نسبت گهڻو ڌيان ڏئي شهر ۽ ٻهراڙيءَ ۾ موجود فرق کي وڌائي رهي هُئي. نتيجي طور هڪ طرف تہ شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ عوامي ريت موجود سياسي، سماجي ۽ معاشي عدم توازن کي (جيڪو سنڌ اندر اڳ ۾ ئي اصلوڪن رهاڪن ۽ ٻاهران لڏي ايندڙ ماڻهن ۾ موجود ويڇي جي صورت ۾ هڪ خطرناڪ نهج تي پهتل هو) مڪاني حڪومت ذريعي "سياسي رنگ" ڏئي نسل پرستيءَ جي اُها باهہ پڙڪائي وئي جنهن جو ڀرپور واضح اظهار تہ 90_89 وارن فسادن ۾ ٿيو پر جيڪا اڄ ڏينهن تائين پڻ سنڌ جي گهڻي تڻي سياست کي طئي ڪري رهي آهي. پر ٻئي پاسي پي پي جهڙي هڪ بورجوا سياسي پارٽي جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيل جاگيردارن جي هڪ مخصوص سياسي ٽولي جي سياسي اثر رسوخ ختم ڪرڻ لاءِ علائقائي سياست جي نالي ۾ جيڪا جمهوريت سنڌ جي ٻهراڙين ۾ لاٿي تي وئي اُن سان پڻ ڪو عام هاري ناريءَ کي سياسي عمل ۾ شريڪ ڪونہ تي ڪيو ويو پر جاگيردار طبقي اندر ئي سياسي طاقت کان وانجهيل جاگيردارن کي يوسي (UC)، تعلقي ۽ ضلعي سطح تي سياسي، معاشي ۽ انتظامي ذميوارين ڏئي سندن طبقاتي ڦرلٽ کي سياسي تحفظ فراهم ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ سماج ڪنهن هڪ ڳري سياسي ڪل بجاءِ مهرن، شيرازين، مخدومن ٽوٽي جتوئين جي سياسي ڪيٽين ۾ تقسيم ٿيندو ويو (۽ جيڪا تقسيم اڄ سوڌو جاري آهي.) پنين ٽن ڏهاڪن کان سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي ٻِڪلي ۾ پيل ۽ هر گذرندڙ ڏينهن سان ويتر وڌيڪ سوڙهي ٿيندڙ جاگيرداريءَ جي ان ڦاهي، سنڌي سماج کي جيڪا تباهي ۽ بربادي ارپي آهي اها ڪنهن کان بہ لڪل ڪونهي. علاقائي سطح تي پنهنجي سياسي طاقت کي بچائڻ لاءِ سڄي سنڌ کي ذاتين ۽ قبيلن ۾ ورهائيندڙ اهي جاگيردار تہ روزبروز مچندا مچ ٿيندا پيا وڃن پر سماج ۾ سندن ڦهلايل قبيلائي تڪرارن جو زهر هڪ ناسور بڻجي ڪيس معزور ۽ مفلوج بڻائي رهيو آهي. هڪ مستند خابرو چينل اي آر وائي نيوز (ARY- News) جي نومبر 2013 جي هڪ ڊاڪيومنٽري مطابق هن وقت سنڌ اندر سئو کان مٿي قبيلائي جهيڙا هلندڙ آهن، جن ۾ هن وقت تائين هزارين ماڻهو اجل جو شڪار ٿي چُڪا آهن. پنين ٽن سالن ۾ سنڌ جي صرف اٺ ضلعن ۾ 1050 ماڻهو قبيلائي جهيڙن جي ان اژدها جو کاڄ بڻجي چُڪا آهن. ان ڪانسواءِ ڪارو ڪري، سڱ چٽي ٽوٽي اغوا جا واقعا پڻ بيشمار آهن.




ائين ضياءَ تہ پنهنجي آمريتي دؤر ۾ ان مڪاني نظام منجهان گُهربل منشا پوري ڪري رخصت ٿيو. پر ڪانئس پوءِ اقتدار جي (Musical Chair) تي واري ڦيري سان ويهندڙ

جمهوريت جي دعويدار ڏُرين پي پي توڙي نواز ليگ پنهنجن پورن چار دؤرن ۾ ان سڄي پيچ ٻاهه کي خاموشي ۽ رازداريءَ سان قبول ڪرڻ ۽ آمريتي دؤرن ۾ اؤسر ڪري ايندڙ جاگيردارن جي اِن پوري کيپ کي پنهنجي صفن ۾ شامل ڪرڻ ۾ ئي عافيت سمجهي. سندن ائين ڪرڻ سياويڪ هو ڇاڪاڻ تہ عوامي نمائندگي جي هزار دعوائن باوجود اهي ٻئي بحرحال بورجوا پارٽيون ئي آهن ۽ سمورن اختلافن ۽ اعتراضن باوجود سندن مجموعي طبقاتي مفادن جو بچاءُ ان سرچاءُ تي ئي آڌاريل آهي.

مشرف دؤر ۾ لاڳو ڪيل ترميمي مڪاني نظام پڻ ٿورين گهڻين تبديلين سان مجموعي طور فوجي اسٽيبلشمنٽ جي مٿي ذڪر ڪيل پالسين جوئي تسلسُل هو جنهن جي نتيجي ۾ ان سڄي سياسي مقابلي بازي ۾ معياري طور تہ ڪا نمايان تبديلي ڪانہ آئي پر مقداري طور صورتحال گهڻ تباهيءَ کان وڌيڪ تباهيءَ ڏانهن ضرور اؤسر ڪئي. جيتوڻيڪ سندس دؤر ۾ لاڳو ڪيل مڪاني نظام ۾ پنين دؤرن جي ڀيٽ ۾ جُزوي طور ڪي هاڪاري سڌارا (جهڙوڪ مڪاني حڪومتن کي پنئين دؤرن جي نسبت سياسي معاشي ۽ انتظامي طور وڌيڪ سگهارو ڪرڻ, مڪاني حڪومتن ۾ عورتن ۽ هارين لاءِ مخصوص ڪوٽا کي وڌائڻ, ضلعي سطح تي بيوروڪريسي کي سياسي ادارن ۽ نمائندن جي تابع ڪرڻ وغيره) شامل هئا, تنهن هوندي بہ ڪُلي طور اهو مڪاني نظام پڻ هڪ ڦيرو ڦيهر عدم مرڪزيت جي نالي ۾ صوبن کي ڪمزور ڪري مرڪز کي مضبوط ڪرڻ ۽ فوجي آمريت کي سياسي جواز فراهم ڪرڻ جي ئي ڪوشش هو. ڪي لبرل دانشور هن ڀيري بہ مشرف جي اختيارن جي ورڇ واري ان پلان کي اهو چئي هڪ هاڪاري تبديلي سڏي رهيا هئا تہ ان سان پي پي يا نواز ليگ جي اقتدار تي قائم هڪ هٿي ٽٽندي, پر مشرف دؤر جي خاتمي بعد 2008 ۾ ٿيندڙ عام چونڊن جي نتيجن هڪ ڀيرو ٻيهر ثابت ڪيو تہ پي پي ۽ نواز ليگ کي انهن علائقائي سياستدانن کي پنهنجي رنگ ۾ رڱڻ ۾ ڪا گهڻي دير ڪانہ لڳي. حقيقت هيءَ آهي تہ جيستائين سماج ۾ ملڪيتي لاڳاپا تبديل نہ ٿا ٿين, يا گهٽ ۾ گهٽ ڪا سياسي تنظيم حقيقي انداز ۾ اهڙي تبديليءَ کي پنهنجي بنيادي ايجنڊا بڻائيندي ۽ اڪثريتي پورهيت عوام جي مفادن جي ترجماني ڪندي مٿي نہ ٿي اُڀري, تيستائين "ساڳيا لاتون, ساڳيا ئي ڇُگهہ" رهڻا آهن. ويتر بہ مان چار, چار مان اٺ ۽ اٺ مان سورنهن ٿيڻا آهن.

مشرف جي آمراڻي دؤر ختم ٿيڻ بعد 2008 ۾ مرڪز ۾ چونڊجي آيل پي پي حڪومت جيڪي چار ڇڱا ڪم ڪيا تن منجهان ارڙهين ترميم ذريعي ڪوڙ سارن مرڪزي کاتن کي صوبن حوالي ڪرڻ جو فيصلو پڻ اهم هو. ان ترميم مطابق ٻين کاتن سان گڏ مڪاني حڪومتن جو کاتو پڻ هاڻي صوبن حوالي ڪيو ويو. ان ڪري ئي 2009 ۾ مڪاني حڪومتن جي مُدي پوري ٿي وڃڻ بعد نين مڪاني چونڊن جي ذميواري پڻ لاڳاپيل صوبن حوالي هئي. پر جيئن تہ پُنين مڪاني نظامن جيان هي نظام پڻ خاص طور تي وڏين سياسي پارٽين کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ئي لاڳو ڪيو ويو هو. ان ڪري ڪيس

جيئن جو تيئن لاڳو ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. مشرف دؤر ۾ لاڳو ڪيل مڪاني نظام جي خاص ڳالهہ اِها هُئي تہ ان ۾ مڪاني حڪومتن کي سگهارو ڪرڻ جي نالي ۾ جيڪي اختيار سندن حوالي ڪيا ويا هُئا, اهي گهڻا تڻا صوبائي اختيار هُئا. ۽ جيئن تہ مُلڪ گير پارٽين هجڻ جي دعويدار انهن ٻنهي پارٽين ( پي پي ۽ نواز ليگ) جي سياسي طاقت بحرحال سنڌ ۽ پنجاب صوبن ۾ ئي مرتڪز آهي, ان ڪري مڪاني چونڊن بابت فيصلي سازي جو اختيارملڻ شرط ئي اِهو غالب امڪان هو تہ اهي ٻئي پارٽيون ان مڪاني نظام کي جلد از جلد منسوخ ڪنديون. ۽ پوءِ ائين ئي ٿيو تہ جيئن ئي مڪاني حڪومتن جو مدو پورو ٿيو ۽ نين چونڊن جو سوال پيدا ٿيو تہ هڪدم هر طرف مڪاني نظام کي آمريتي باقيات ثابت ڪرڻ لاءِ بيانن جي بارش شروع ٿي وئي. جنهن بعد پي پي ۽ نواز ليگ جي صوبائي حڪومتن ٻنهي صوبن ۾ ڪمشنري راڄ لاڳو ڪري لاڳاپيل ضلعن ۾ پنهنجا ويجها ۽ اعتماد جوڳا بيورو ڪريٽ ايڊمنسٽريٽر طور مقرر ڪيا. ۽ مڪاني چونڊن جي قانون ۾ گهربل تبديليون ڪرڻ بعد ئي مڪاني چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. پر اسان ڏٺو تہ تمام گهڻي واويلا باوجود 5 سالن تائين نہ تہ مڪاني نظام واري ان قانون ۾ ڪي گهربل تبديليون ٿي سگهيون ۽ نہ ئي مڪاني چونڊون عمل ۾ اچي سگهيون.



سنڌ اندر پي پي جي صوبائي حڪومت ہ سالن تائين ان معاملي کي اينگهائڻ بعد ہ 2001 ۾"سنڌ پيپلز لوڪل گورنمينٽ آرڊيننس" (SPLGO) جي صورت ۾ مڪاني نظام ۾ ترميمن جو جيڪو بل ڪٽي آئي اهو پنهنجي هيئت ۾ ايترو تہ ڏرائتو ۽ تڪراري هو جو سواءِ پي پي ۽ سائس حڪومت ۾ شريڪ ايم ڪيو ايم جي ڪا هڪ پارٽي بہ اهڙي نہ هئي جنهن ان بِل جي مخالفت نہ ڪئي هجي. ان بِل جو تڪراري پاسو اهو هو تہ مشرف دؤر جيَ مڪاني نظام ۾ ڪجهہ صوبائي کاتا ۽ اختيار ضلعي حڪومتن حوالي ڪرڻ تي هر م ڪن محاذ تي تنقيد ڪندڙ پي پي هڪ طرف شهرن ۽ ٻهراڙين لاءِ مڪمل طور الڳ ۽ ڪٽيل مڪاني حڪومتن جوڙڻ جي ڳالهہ ڪري سنڌ ۾ اڳ ۾ ئي موجود شهري ۽ ڳوٺاڻي, اردو ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ آبادين جي هڪ ٻئي کان فاصلي ۽ خوف کي ويتر وڌيڪ تيز ڪيو. پر ٻئي پاسي ارڙهين ترميم ذريعي صوبن کي تازو ئي مليل تُوٽي ڪيئي اڳوڻن صوبائي کاتن منجهان چاليهہ کان مٿي کاتا ان بل ذريعي ضلعي حڪومتن حوالي ڪري, ضلعي حڪومتن کي صوبائي حڪومتن کان بہ وڌيڪ خود مختيار ۽ طاقتور بڻائيندي, سنڌ جي شهرن تي قابض هڪ لساني تنظيم کي شهرن جي سمورن

سياسي، معاشي ۽ انتظامي معاملن تي مڪمل اختيار پنهنجي ڏنو جنهن جو مطلب عملي طور سنڌ کي ٻه ڀاڱا ڪرڻ ٿي هو.

بحرحال ان ٻٽي مڪاني نظام خلاف اٿندڙ تحريڪ سبب يا خود پنهنجي تبديل ٿيندڙ ضرورت آهر پي پي تہ سُٽت ئي ان ترميمي بل تان هٿ کڻي وئي. تنهن هوندي بہ ٻٽي مڪاني نظام جي ان مثال منجهان سمجهڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ پي پي توڙي اهڙيون ٻيون بورجوا سياسي پارٽيون اهڙا غير مقبول ۽ عوام دشمن فيصلا ان ڪري ئي ڪري وڃن ٿيون جو سندن سياست جو قطب نما اڪثريتي عوامي مفادن بجاءِ سندن پنهنجا سياسي ۽ طبقاتي مفاد ئي آهن جن جي پورائي لاءِ هو ڪنهن بہ حَد تائين ڪِري سگهن ٿا. سنڌ اندر پنهنجن 5 سالن ۾ مڪاني نظام جي حوالي سان پي پي جا هر اپرندڙ ڏينهن سان تبديل ٿيندڙ فيصلا پڻ عوامي ضرورتن کي اظهارڻ بجاءِ ”پي پي- ايم ڪيو ايم پريم ڪهاڻيءَ“ ۾ ا ڀندڙ لاهن چاڙهن کي ئي اظهارين ٿا.




هن ڀيري پڻ جيئن ئي مڪاني چونڊن جو طبل وڳو آهي تہ اسيمبلين ۾ ويٺل توڙي اسيمبلين کان ٻاهر موجود ڪوڙ ساريون سياسي پارٽيون ساڳي ئي جوڙ توڙ ۾ مصروف ٿي ويون آهن. سُپريم ڪورٽ جي دٻاءَ جي نتيجي ۾ پي پي مڪاني چونڊن جي قانون ۾ ترميمن جو هڪ ٻيو بل آڪٽوبر 2013 ۾ پاس ڪيو جيڪو پڻ ٻٽي مڪاني نظام (2011) جيان ناقابلِ قبول ۽ ناقابل عمل ئي آهي. جيتوڻيڪ سُپريم ڪورٽ مڪاني نظام جي ان ترميمي بِل ۽ اُن ذريعي عمل ۾ ايندڙ نين تڪبندين کي متروڪ قرار ڏئي ڇڏيو آهي، تنهن هوندي بہ ان بل جي ڪجهہ بنيادي ترميمن کي سمجهڻ ضروري آهي. 2011 ۾ ايم ڪيو ايم تي گهور ويندڙ ۽ ٻٽي مڪاني نظام جي صورت ۾ اڌ سنڌ مڪمل طور سندن حوالي ڪندڙ پي پي جيئن تہ هن ڀيري ايم ڪيو ايم سان رُٺل آهي (يا رُٺل هجڻ جو ڊرامو ڪري رهي آهي) تنهنڪري ان ترميمي بل جو گهڻو تڻو شڪار پڻ ايم ڪيو ايم آهي. پي پي ان ترميمي بل ذريعي نہ صرف 2001 کان اڳ موجود ٽائون ڪاميٽين کي ٻيهر فعال بنائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ٽائون پلاننگ جا اختيار شهري حڪومتن کان کسي صوبائي حڪومت جي حوالي ٿي ڪيا. ان ئي ترميمي بل مطابق ڪابہ ضلعي ڪائونسل پبلڪ پرائيويٽ پارٽنر شپ تحت ڪوبہ منصوبو صوبائي حڪومت جي منظوري کانسواءِ نہ ٿي هلائي سگهي. ٻيو تہ نهيو ان ئي بل ذريعي سنڌ اسيمبلي کي اهو اختيار پڻ ڏنو ويو تہ اُها جنهن مهل وڻي ضلعي حڪومت جي ڪنهن بہ نمائندي کي هٽائي سگهي ٿي ۽ اليڪشن ڪميشن جي مدد سان ان جاءِ تي ٻيهر چونڊ ڪرائي سگهي ٿي. اهي

سموريون ترميمون پي پي طرفان ايم ڪيو ايم کي پريشرائيز ڪرڻ لاءِ ئي ڪيون ٿي ويون پر جيئن تہ اهي مڪمل طور تي ڈُرائنيون هُيون. ان ڪري ايم ڪيو ايم کين سُپريم ڪوريٽ ۾ چئلينج ڪيو جنهن بعد سُپريم ڪورٽ سنڌ حڪومت خلاف فيصلو ڏيندي انهن ترميمن کي غلط قرار ڏنو. پر ايم ڪيو ايم کي سهائڻ لاءِ ڪيل انهن ترميمن ڪانسواءِ بہ ان بل ۾ چند اهڙيون ترميمون هيون جيڪي هر صورت ۾ تنقيد لائق هيون. ان ترميمي بل ذريعي پي پي هڪ طرف تہ عورتن جي ڪوٽا 30 فيصد مان گھٽائي 22 فيصد تي آندي پر هارين جي ڪوٽا پڻ گھٽائي 2001 کان اڳ واري 5 فيصد تي آڻي بيهاري، پر ٻئي پاسي چونڊ وڙهڻ لاءِ پينل جي لازمي شرط سبب عام ماڻهن جي هڪ وڏي تعداد کي چونڊ وڙهڻ جي عمل مان خارج ٿي ڪيو ويو. ڇاڪاڻ تہ ڪنهن يوسي، تعلقي يا ضلعي تي 9 اميدوارن جو پينل ڪا مضبوط پارٽي ئي لاهي سگهي ٿي عام ماڻهو نہ! پينل ذريعي چونڊ جو هڪ ٻيو ناڪاري پاسو اهو پڻ هُيو تہ هاڻي توهان هر مخصوص عهدي لاءِ الڳ الڳ ماڻهن کي نہ ٿي چونڊي سگهيا. ڇاڪاڻ تہ هن پيري ووٽ پوري پينل کي ئي ڪرڻو هو جنهن سبب بہ چڱن يا ٻي صورت ۾ "زور آور" ماڻهن جي حمايت جي صورت ۾ باقي 7 ڄڻن کي بہ چونڊڻو ٿي پيو. پينل ذريعي چونڊ جو سڀ کان هاجيڪار پاسو اهو هو تہ ان سان يوسي، تعلقي ۽ ضلعي ڪاؤنسلن ۾ "مخالف ڌُر" جو تصور ئي ختم ٿي ٿي ويو. يعني جيڪو پينل کٽي آيو اهو پنهنجو پاڻ ئي پوري ضلعي ڪاؤنسل هوندو ڇاڪاڻ تہ ٻيا سمورا پينل چونڊ هارائجي چُڪا. اهي ۽ ان جهڙيون ٻيون عوام دشمن ترميمون ئي هُيون جن جي پاس ٿي وڃڻ جو لازمي نتيجو سنڌ جي سياسي ميدان ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر روايتي پارٽين ۽ طبقن جي وڏيڪ مضبوط ٿيڻ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ها ۽ عوام کي سياسي عمل ۽ اختيار کان ويتر وڏيڪ ڪٽي ڌار ڪيو وڃي ها.

هڪ راءِ اها پڻ آهي تہ پي پي جو مڪاني چونڊن ۾ آندل اهڙين ترميمن جو مقصد اهو نہ هو تہ کو اهي عمل ۾ آڻيبون. بلڪ پي پي اهڙين تڪراري ترميمن ذريعي چونڊن کي پنتي ڌڪڻ جي ئي ڪوشش ڪري رهي هُئي. ۽ جيڪو ٿيو پڻ. ڇاڪاڻ تہ سُپريم ڪورٽ طرفان ان ترميمي بل کي منسوخ ڪرڻ بعد ان بل تحت ٿيندڙ چونڊون ممڪن نہ رهيون هُيون. نتيجي طور پي پي بغير ڪنهن روڪ راڙي جي سُپريم ڪورٽ جي ان فيصلي کي قبول ڪيو ۽ نئين مڪاني ترميمي بل آڻڻ جي نالي ۾ انهن چونڊن کي پنتي ڌڪڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

## مڪاني چونڊون: حدون، امڪان ۽ خدشا

مڪاني چونڊن جي قانون ۾ ڪيل تازين ترميمن جي منسوخ ٿي وڃڻ بعد ملتوي ٿيل اهي چونڊون هڪ مهيني ۾ ٿين يا هڪ سال ۾، سوال اهو آهي تہ جيستائين سنڌ جو سماجي تاڃي پيٽو ساڳيو ئي ٿو رهي، تيستائين انهن چونڊن ذريعي سماجي تبديليءَ جي ڪيتري اُميد ڪري سگهجي ٿي؟ پاڻ هِن ئي مضمون ۾ ان سوال جي مختلف پاسن تي

تفصيل سان بحث ڪري آيا آهيون جنهن بعد اهو طئي ڪرڻ ڪو گهڻو مشڪل ڪونهي تہ جيستائين سماج جي سياسي، سماجي ۽ معاشي جوڙجڪ ساڳي ئي ٿي رهي، تيستائين چونڊن جو اِهو عمل سماج کي ڪو فائدو پڄائڻ بجاءِ مختلف صورتن ۾ نقصان ئي پهچائيندو رهندو. پر ڇا ان مان مُراد اها آهي تہ جمهوري جدوجهد جو اهو محاذ اجايو ۽ بيڪار آهي ۽ منجهس سماج کي جمهوري طور سگهارو بنائڻ جي ڪا طاقت ناهي؟ منهنجي خيال ۾ اسان پنهنجي بحث دوران ڪئي هنڌن تي نهايت ئي واضح انداز ۾ اها ڳالهہ ڪري چُڪا آهيون تہ مڪاني چونڊن جي افاديت يا غير افاديت جو معاملو ڪنهن بہ سماج اندر جمهوري تحريڪ جي مجموعي اوُسر سان سلهاڙيل آهي. ان ڪري اصل سوال مڪاني چونڊن ۾ شامل ٿيڻ يا نہ ٿيڻ بجاءِ سماج کي جمهوري طور سگهارو بنائڻ جو آهي ۽ بدقسمتي سان سنڌ اندر موجود سياسي تنظيمن منجهان گهڻي ڀاڱي سيني وٽ ان سوال تي ڪا گهڻي سنجيدگي موجود ناهي. منجهن اڪثريت اهڙين تنظيمن جي آهي جيڪي سماج جي موجوده سياسي ۽ معاشي جوڙجڪ خلاف وڙهڻ بجاءِ ئي اِن صورتحال کي تبديل ڪرڻ گُهرن ٿيون. ايستائين جو "سنڌ لاءِ مسيحا" هجڻ جون دعويدار ڪئي ڏريون تنظيمن اندر توڙي تنظيمن کان ٻاهر اُنهن ساڳين ئي روين جو شڪار آهن جن خلاف جدوجهد ڪرڻ کانسواءِ سماج اندر ڪا صحتمند تبديلي خواب ۽ سراب بڻجيو وڃي. هڪ ترقي پسند تنظيم سماج سان جدلي ڳانڍاپي ۾ هوندي آهي ۽ وٽس ماڻهو "جاهلن ۽ بيوقوفن جو ميڙ" هجڻ بجاءِ هڪ متحرڪ ۽ سگهارو ڪُل هوندا آهن، جن کي ڪِن "وڏن نعرن ۽ نظرين" جون انجيڪشنون هڻڻ بجاءِ مختلف دائرن ۾ ورهايل سندن سگهہ ۽ تحرُڪ کي سماجي تبديلي جي هِڪ همہ گير تحريڪ ۾ پروئبو آهي ۽ توڙي جو اِهو عمل ڏکيو ۽ ٽڪائيندڙ آهي تنهن هوندي بہ اهو لازمي آهي ڇاڪاڻ تہ ان کانسواءِ ٻي ڪا واهہ ڪانهي.

هتي اِها ڳالهہ سمجهڻ پڻ ضروري آهي تہ جتي مڪاني چونڊن يا چونڊن جي مجموعي عمل کي ئي بيڪار ۽ بيسود سمجهڻ وارو رويو غلط ۽ خطرناڪ آهي. اتي صرف چونڊن ذريعي ئي بُنيادي سماجي تبديلي يا ڪايا پلٽ جو تصور پڻ ٻاراڻو ۽ بي بنياد آهي. موجود سماج جي سياسي دائرن ۾ ئي رهندي اُن سماج جي سياسي، سماجي ۽ معاشي جوڙجڪ ۾ ڪي سُڌارا تہ آڻي سگهجن ٿا پر اُن سماج جي ڪايا پلٽ نہ ٿي ڪري سگهجي. حقيقت هيءَ آهي تہ سماجي تبديليءَ جو اِهو عمل قانوني ۽ غير قانوني جدوجهدن جي هِڪ طويل سلسلي بعد ئي پنهنجا گُهربل نتيجا ڏئي سگهندو آهي. ڪنهن سماج اندر جمهوري تحريڪ جي اوُسر اُها مقداري تبديلي آهي جنهن کانسواءِ سماجي ڪايا پلٽ جي معياري تبديلي ممڪن نہ آهي. ان ڪري منجهن ڪنهن هڪ کي غير ضروري ۽ بي سُود ڄاڻائيندي صرف هڪ پاسي کي ئي پنهنجي جدوجهد جو بنياد بنائڻ سماجي تبديلي جي قانونن جي نفي آهي.

# سنڌ ٽيننسي ايڪٽ ۾ ترميون
# (هاري دشمنيءَ جو کُليو اظهار)

فيض کيريو



پ پ پ جي سنڌ حڪومت پوئين دؤر جي آخري ڏينهن ۾ سنڌ ٽيننسي ايڪٽ 1950ع (Sindh Tenancy Act) ۾ ترميمون ڪيون آهن. انهن ترميمن ذريعي جمهوريت جي دعوا ڪندڙ تنظيم ۽ ان جي اتحادين، بنيادي انساني حقن ۽ جمهوري اصولن جي پيڪڙي ڪي قانوني شڪل ڏني چڏي آهي. نيم سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي حڪومت آءِ ايم ايف بينڪ جي اسٽڪچرل ايڊجسٽمنٽ پروگرام تحت، سنڌ جي 70 (ستر) سيڪڙو آباديءَ جو اقتصادي تحفظ ڪرڻ بجاءِ عالمي سامراجي دهشتگردن ۽ آءِ ايم ايف بينڪ جو تحفظ ڪيو آهي. وڏڙا چوندا آهن ته سوئر سنڌ جو هجي يا عربستان جو سوئر "سوئر" ئي ٿيندو، ائين ئي معاشي استحصال ڪندڙ ڏيهي هجن يا پرڏيهي، پاڻ ۾ ياٽر آهن. سندن ارادو، مقصد ۽ ڪردار ناجائز، مڪروه ۽ غلط کي صحيح بڻائي پنهنجي ملڪيت ۽ آپيشاهيءَ کي قائم رکڻ آهي. ڇا به ٿي پوي، هاري، ڪيت مزدور ۽ پورهيتن کي موت جي منهن ۾ ڌڪيندڙ سنڌ جو حڪمران طبقو عالمي مالياتي ادارن، گهڻ قومي ڪمپنين ۽ فوجي سرمائيدار ٽولي خلاف ٿي ڪري اسانجو ياءُ نه ٿيندو. قومي غلامي، پورهيت، هاري ۽ مظلوم عورتن جي غلاميءَ جو احساس هنن جي طبقاتي مفادن جي ابتڙ آهي. ڪين صرف پنهنجن مفادن جو احساس آهي. پنهنجي حيثيت ۽ مرتبي جو جيڪو انگريزن طرفان ڏنل اٽن ان کي سنڀالڻ ۽ وڌائڻ لاءِ سامراجي دلالي کي پنهنجو ايمان ٿا سمجهن ۽ ائين ڪندي ڪروڙين غريب هارين جون زرعي زمينون ڇڏڻ لاءِ تيار نه آهن.

سنڌ اسيمبليءَ 1950ع ۾ هاري ۽ زميندار جي وچ ۾ هارپ جو قانون منظور ڪيو. ان قانون ۾ پوري طرح جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن جو تحفظ ڪيل آهي. حڪمرانن جهڙو تهڙو قانون به اهڙي صورتحال کان بچڻ لاءِ قبوليو جنهن ۾ هاري تحريڪ کي طاقت ملي رهي هئي. ساڳي وقت حڪمرانن اهو به ڏٺو ته سنڌ جو هاري، جاگيردارن نوابن ۽ زميندارن کي اسلام ۽ پاڪستان جي بنياد تي قبول نه ڪندو تنهنڪري نالي ماتر قانون منظور ڪيائون ته جيئن هارين جون همدرديون حاصل ٿين. حڪمرانن سمجهيو ٿي ته،

جيڪڏهن هاري هلچل کي ڪاٽ نہ لڳو تہ جاگيرداري خطري ۾ اچي سگهي ٿي. بنگال کي بہ اِنهي ڪري الڳ ڪيو ويو تہ جيئن جاگيردار دشمن تحريڪ کان پاڪستان کي بچائجي. بنگال جي هاري تحريڪن 1951ع ۾ زرعي سڌارا آڻائي، جاگيرون ختم ڪرايون. پوءِ ثابت ٿيو جڏهن هاري پاڻ وهيڻا ٿيا تہ پاڪستان جي قيد کي بہ ٽوڙي ڇڏيائون. پر سنڌ جو هاري، کيت مزدور ۽ ننڍو ڪاريگر، پاڪستان جي پوري دؤر ۾ جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن جي ڪري بدتر حالتن جو شڪار رهندو اچي. هاڻ اجان وڌيڪ، جڏهن پورهيت دوست عالمي تحريڪون ۽ هتان جي هاري تحريڪ اثرائتي نہ آهي تہ حڪمران طبقي ورلڊ بئنڪ جي شرطن تي، هيٺيون ترميمون آڻي، هارين جا ٿورا گهڻا حق بہ ختم ڪري ڇڏيا آهن.



سنڌ ٽيننسي ايڪٽ جي شق نمبر 24 جي سِي (C) ۾ چيل هو تہ "زميندار هاري ۽ ان جي ڪٽنب جي ڪنهن بہ ياتيءَ کان ڪنهن بہ قسم جو مفت پورهيو ان جي مرضيءَ خلاف نہ ونندو". هاڻ ترميم ڪري ان حصي کي ٽيننسي ايڪٽ (هارپ جو قانون) مان ڪڍيو ويو آهي. مطلب تہ، هاڻ هاري ۽ ان جي ڪٽنب جي ياتين کان مفت ۾ پورهيو وٺڻ، ڇيڙ بيگر ڪرائڻ کي جائز ڪيو ويو آهي. هاڻ بي زمين غريب هاري کي قانون بہ اجازت نٿو ڏئي تہ هو بنا معاوضي جي خلاف ڳالهائي سگهي. ٽيننسي ايڪٽ جي آرٽيڪل نمبر 23 جي شق نمبر 2 ۾ لکيل آهي تہ "مشيني اوزارن جي استعمال يا مشين ذريعي هر ڏيڻ، ليول ڪرڻ، ٿريشر سميت ٽرانسپورٽ ذريعي اُپت ڪٽائڻ جي صورت ۾ بہ آيل خرچ مارڪيٽ جي اگهہ مطابق زميندار ۽ هاري اڌو اڌ پريندا." ان ۾ ترميم ڪري لکيو ويو آهي تہ مشينري ذريعي هر ڪاهڻ زمين جي ليولنگ لاءِ ڪيڻ ڏيڻ، ٿريشر، ڪريا ڪيڻ يا ناڙي ڪرڻ جو پورو خرچ هاري پريندو. مطلب تہ هاريءَ تي خرچ جا ٿي حصا مقرر ڪري، سندس اسي سيڪڙو آمدني تي بہ هٿ ڦيرڻ ۽ کيس قرض ۾ غلامن جيان پورهيو ڪرائڻ کي قانوني شڪل ڏني وئي آهي. ساڳي ريت باب پهرين ۾ هاري جي وصف ۾ لکيل آهي تہ "هاري مان مراد اهڙو شخص آهي، جيڪو پاڻ پنهنجي سِر ٻئي شخص جي زمين (جنهن کي زميندار چيو ويندو) آباد ڪري ٿو پر ان مان مراد اهڙو شخص ناهي، جيڪو حڪومت کان ناقبولي يا ٻي زمين مقاطعي تي آباد ڪندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن زميندار يا ڪاموري ڪانسواءِ ڪو هاري سرڪاري زمين مقاطعي تي آباد ڪري ٿو تہ پوءِ هاري نہ ٿو ٿي سگهي. دراصل هن ترميم سبب سڌي طرح هاري ئي متاثر ٿئي ٿو نہ ڪي زميندار. اهڙي طرح باب ٻي جي الف ۾ لکيل

آهي ته. "جيڪڏهن ڪتي وارابنديءَ سان ٺيندڙ زمين جو طريقو رائج آهي ۽ هاري هڪ زميندار جي ڏار ڏار ٽڪڙن کي آباد ڪري ٿو ته، هاري دائمي هاري چئبو باقي هن جو ڪنهن به زمين جي ٽڪري تي هارپ جو حق نه هوندو. هارپ جو حق ختم ڪرڻ سان، هاري آباد ڪندڙ زمين کي خريد ڪرڻ جو حق يا بيدخل ٿيڻ جي صورت ۾ معاوضي جو حق نٿو حاصل ڪري سگهي. ساڳي باب جي شق 10 جي 3 ۾ لکيل آهي ته "جيڪڏهن فوت ٿيل هاري مسلمان آهي ته هارپ جا حق سندس قانوني وارثن کي ملندا". هتي سوال پيدا ٿئي ٿو ته مسلمان هاري مان مراد ڇا آهي؟هي ته سڌي طرح فرقيواريت ڦهلائڻ جي ڪوشش آهي، اهو به اهڙي پارٽي پاران جيڪا پاڻ کي مذهبي رواداري جو علمبردار ٿي سڏائي. باب ٻئي جي 14 (1) ۾ قلم 13 ۾ ڄاڻايل آهي ته "جيڪڏهن زميندار کي سندس زمين پنهنجي سر پوکڻ لاءِ باغ يا ڍُڙهي يا مشيني اوزارن ذريعي آباد ڪرڻ يا ڪنهن غير زرعي مقصد لاءِ ضرورت آهي ته، هو هڪ سال اڳوات لکت ۾ نوٽيس ذريعي، جنهن ۾ مٿيان سبب ڄاڻايل هجن، هاري جو هارپ جو حق ختم ڪري سگهي ٿو." ان قانون ۾ به، هاري کي بيروزگار ڪرڻ جي صورت ۾، روزگار يا روڪ رقم ناهي ڏني وئي. هاري جي محنت سان ئي زمين جو قدر ٿئي ٿو هاري جو ڪل زمين جي 25 سيڪڙو قيمت تي مالڪيءَ جو حق آهي، پر هتي به جاگيردارن محنت ڦٻائي ڇڏي آهي. اڳ ابوابن متعلق قانون هو ته، "باوجود ڪنهن دستور، رواج يا قانون ۽ قاعدي جي، ٻي طرح هوندي به (سواءِ قلم 17 ۾ موجود نهرائن جي) ڪنهن به زميندار لاءِ جائز ناهي ته هو هاري / هارين کان ڪوبه يا ڪي به ابواب (لاپو / نقد) وصول ڪري." هن حصي کي به هارپ جي قانون مان خارج ڪيو ويو آهي.

(الف) هي قانون هاري ۽ ان جي خاندان کان مفت پورهيو (جبري طور يا ٻي ڪنهن جواز هيٺ وٺڻ جي اجازت ڏئي ٿو.

(ب) پوکيل زمين تان هاري جي غير قانوني بيدخلي کي جائز سمجهيو ويو آهي.

(ت) فصل تي لاڳت جو 70 سيڪڙو خرچ هاري مٿان آهي جڏهن ته کيس پيداوار جي 30 سيڪڙو کان به محروم رکيو ويو آهي.

(ج) سنڌ جي لاڙ ۾ اڪثر ڀيل ڪولهي يا غير مسلم ذات جا هاري آهن، هارپ جي وراثتي حق کي مذهب جي نالي ۾ ڦٻائڻ جي سازش آهي.

(د) ليبر ڪورٽن جيان هاري ڪورٽون ناهڻ بجاءِ هاري ٽريبونل برقرار رکي روينيو آفيسرن جي حوالي ڪئي وئي آهي. روينيو آفيسر زميندارن ۽ جاگيردارن جا پرتي ڪرايل هوندا آهن. تنهنڪري هاري لاءِ انصاف جا در بند رکڻ جي سازش ڪئي وئي آهي.

(س) هاري ۽ زميندار ڏرين مان جيڪڏهن ڪار ڏر خلاف ورزي ڪندي ته 500 روپيا ڏنڊ رکيل هو ان رقم کي وڌائڻ بجاءِ برقرار رکيو ويو آهي.

(ف)هاڻ قانون ذريعي به، ٻهراڙي جي 80 سيڪڙو آبادي مٿان، وڏن زميندارن ۽

جاگيردارن جي جارحيت ۽ دهشت کي چوٽ ڏني وئي آهي.

سنڌ جي گهڻي ٽڪي آبادي جو گذر سفر زراعت سان سلهاڙيل آهي. زراعت ۾ مشينري جي استعمال ۽ انهي جي سرمائيداراڻي پيداوار ۾ واڌ سان, ٻهراڙي جي پيداواري لاڳاپن ۾ بنيادي تبديليون آيون آهن. پورهئي جي ورهاست جي ڪوڙ سارين پراڻين صورتن جي جاءِ نيون صورتون وٺي رهيون آهن, هارين جو گهڻو ٽڪو تعداد بي زمين ٿيندو ڪيت مزدورن ۾ تبديل ٿيندو پيو وڃي. شهرن ۾ صنعت جي ناڪاري اوسر ۽ ٻهراڙي ۾ پاڻي کوٽ سميت ڪوڙ سارن سببن ڪري ٻهراڙي اندر بيروزگاري جي جيڪا فوج پيدا ٿي آهي تنهن ڪيت مزدورن جي اجرتن کي گذر سفر لائق بہ ڪونہ ڇڏيو آهي. نتيجي ۾ اتي سماجي انتشار يا انارڪي قبيلائي تڪرارن ۽ آپگهاتن جي صورت ۾ پنهنجو اظهار ڪري رهي آهي. هارپ جي هاڻوڪي مختلف قسمن جي جائزي ڪانپوءِ ئي, ٻهراڙي جي اڪثريتي عوام جي معاشي قتل عام جو پتو پئي ٿو.

هڪ ڪيت مزدور شهري مزدوري جيان 8 (اَٺَ) ڪلاڪ يا 10 (ڏهہ) ڪلاڪن کان وڌيڪ پورهيو ڪري ٿو. وقت جو دارومدار ڪم جي نوعيت سان طئي ٿئي ٿو ۽ اجرت هڪ ڏينهن جي ملي ٿي. ڪيت مزدور سڄو ڏينهن ۽ رات جا بہ پهر ڪم ڪري تہ ڪيس اجرت ۾ 100 (سئو) يا 150 سئو (ڏيڍ سئو) روپيا ملن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن مختلف بهانا ٺاهي اها رقم بہ ناهي ڏني ويندي. مثال طور جيڪڏهن ڪو زميندار فصلن جي پاڻيءَ لاءِ مزدور کي مقرر ڪري تہ مزدور کي ظاهر آهي پاڻي اچڻ کان اڳ ناڪار پيچ, اڏون ٺاهڻيون پون ٿيون پوءِ پلي ان ڪم ۾ ڏهہ ڪلاڪ گذري وڃن پر جيڪڏهن زميندار پنهنجو پاڻي ٻئي پاسي ڏانهن وهائي يا مٿان کان پاڻي نہ اچي تہ مزدوري ناهي ڏني ويندي. مزدور جيڪو بہ ڪم ڪيو اهو مفت ٿيو.

بٽائي جي رواج موجب بہ هڪ هاري ڪل خرچ جو 75 سيڪڙو ادا ڪري ٿو ۽ ڪل پيداوار مان 25 سيڪڙي جو بہ ڏٽي نٽو ٿئي. هٽ هاري سيئي هر, ٻج ۽ ڪٽي ڪٽي ٿريشر جو سڄو حصو ڏي ٿو. اُپت ٿيڻ کانپوءِ هاري کي خرچ پکي جا پئسا بہ نٿا ملن. اڪثر زميندار ٻئي حصا کنيو وڃن, ڏهہ ٻارنهن سالن تائين حساب نٿا ٿين. هڪ طرف هاري چؤطرف کان قرض ۾ جڪڙبو وڃي ٿو ٻئي طرف زميندار هاري جي حصي مان, نئين پوک تي خرچ ڪري ٿو. ائين هاري ۽ ان جو ڪٽنب محنت ۽ خرچ ڪندي بہ, قرض ۽ بدحالي جو شڪار آهن. زميندار هاري جي حصي مان, هاري ۽ ان جي ڪٽنب جي محنت سان وڌ ۾ وڌ منافعو ڪمائيندو رهي ٿو. سيريءَ تي پوک ڪرائڻ جي قسم مان مراد هڪ اهڙي پوري پوک آهي جيڪا زميندار جي نجي آهي ۽ هاريءَ کي ان مان داڻو بہ ناهي ملندو. زميندار بہ ادائي يا چار پنج ايڪڙ بٽائي طور پوکرائي باقي لڳ ڀڳ چاليهہ پنجاهہ ايڪڙن جي آبادي مفت ۾ هاريءَ کان ڪرائي ٿو. جيڪڏهن هڪ هاريءَ کي ٻن ايڪڙن تي بٽائي مان 40 هزار بچن ٿا تہ ائين چاليهہ ايڪڙن تي اٺ لک روپيا بچت ٿيندي پر سيريءَ جي قانون تحت چاليهن ايڪڙن جا اٺ لک بہ زميندار کٽي ٿو. هاري جيڪو

ڏينهن رات محنت ڪري، چاليهن ايڪڙن کي آباد ڪري ٿو اُپت تي ڪيس ڪوبہ حق حاصل نہ آهي. ڀهراڙي جو غريب طبقو جاگيرداراڻي پيداواري سرشتي ۽ گهڻ قومي ڪمپنين، ننڍا قرض ڏيندڙ بينڪون ۽ اين جي اوز جي گهاڻي ۾ پيڙهجي رهيو آهي.

اهڙي صورت ۾ سماجي بدنظمي جيئن سماجي محرومي، لاچاري، بدامني، آپگهات، بيماريون، بک ۽ رجعت پسندي ڦهلجي رهي آهي. ٻوٽائي آبادي پوري طرح جاگيردارن جي قبضي ۾ آهي ۽ جڏهن تہ مرڪز ۾ فوجي توڙي سول سرمائيدار گڏجي حڪومت ڪن ٿا. اهڙي آپيشاهيءَ دوران، ميڊيا، رسمي تعليم ۽ ٻين ذريعن سان حڪمران سولائي سان پنهنجي طبقاتي مفادن کي ڪل سماج جي مفادن ۾ بدلائي اظهارين ٿا. جيئن اسلام ۽ پاڪستاني قوم جي نالي ۾ ڀهراڙي جي وڏي آبادي اندر مدرسن جو جار ڦهلائي قومي ۽ طبقاتي تحريڪن جا بنياد ختم ڪرڻ چاهين ٿا. اسان مظلومن جي زندگي جي سيني حصن ۾ حڪمران ظالم قوتن جو زهر داخل آهي. اهڙي صورتحال ۾ اهو طئي ڪرڻ زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي تہ اسانجو دوست ڪير ۽ دشمن ڪير آهي. کيت مزدور، بي زمين هاري، ننڍي آبادگار ۽ نيم پورهيت کي ضرورت آهي تہ وڏيون جاگيرون، گهڻ قومي ڪمپنين جي هٿ هٺي ۽ فوجي زرعي سرمائيدار ۽ انهن جي عالمي ساٿارين جي ڦرلٽ کي ختم ڪجي. تنهن ڪري سرمائدار طبقو ۽ جاگيردار حڪمران طبقو اسان جو دشمن آهي. زرعي سرمائيدار ۽ زميندار وچولو طبقو ڀهراڙي ۾ سرمائيداري ۽ جاگيرداري جي اتحاد جي نمائندگي هن طبقي جو مٿيون تهہ حڪمران طبقي جو مددگار هجي ٿو. جڏهن تہ هيٺيون تهہ کيت مزدور ۽ بي زمين هاريءَ کان وڌيڪ آزاد هجي ٿو. معاشي بحران هِن طبقي کي بہ وڏن بحرانن ۾ ڌڪي ڇڏين ٿا. هي ماڻهو انقلابي سوچ رکندڙ تعليم يافتہ ۽ تحريڪن جي ابتدا ڪندڙ ٿين ٿا. ان باوجود بہ پنهنجي حيثيت ۾ اهڙو ضرور امڪان رکن ٿا، جنهن ۾ حڪمران طبقي جا رجحان يا اثر قبول ڪن ٿا. تنهن هوندي بہ اهڙي طبقي مان ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ حسن ناصر جهڙا ماڻهو نڪرندا رهندا آهن. اهڙي طرح اڄ بہ اسان کي گهرجي تہ ترقي پسند تحريڪ ٻيهارڻ لاءِ شهرن جيترو زور ڀهراڙين تي بہ ڏيون جتي جي طبقاتي ڇڪتاڻ منجهان انقلابي قوتن جي پيدائش ٿي سگهي ٿي ۽ سماجي تبديلي لاءِ اها ئي حقيقي واٽ آهي.



29 ڊسمبر 2013ع تي عوامي ورڪرز پارٽي سنڌ طرفان زرعي سڌارن جي حق ۾ ۽ جاگيرداريءَ خلاف حيدرآباد ۾ مارچ

# پاڪستاني معيشت جي نجڪاري: هڪ نيول ـ لبرل پاليسي

سانول ٿيبو




ذوالفقار علي ڀٽو لاهور چيمبر آف ڪامرس اينڊ انڊسٽري جي هڪ پروگرام ۾ 1 اپريل 1975ع ۾ پنهنجي تقرير دوران چيو هو ته:

”سرڪار جو معيشيت ۾ ڪردار ان ڪري اهم آهي ته ان سان معاشي طاقت کي ڪجهه ماڻهن جي هٿ ۾ وڃڻ کان روڪڻ ۽ ننڍي ۽ وچولي ڪاروباري طبقي کي، وڏين صنعتن ۽ سرمائيدارن جي استحصال کان تحفظ ڏيڻ ۾ مدد ٿي“.

نجڪاري جي پاليسي جي شروعات ڪا هاڻوڪي ناهي، پر جڏهن پي آءِ ڊي سي (پاڪستان انڊسٽريل ڊولپمينٽ ڪارپوريشن) نالي هڪ ادارو (جنهن کي ان وقت جي سرڪار 1950ع جي ڏهاڪي ناهيو هو ۽ جنهن جو مقصد ملڪ ۾ پيداواري يونٽس جي آڏوات هئي) پنجاهه کن فيڪٽريون هنيون، پر اهي جهڙوڪ سرمائيدارن لاءِ لڳايل فڪيٽريون هيون جيڪي ڪجهه سالن کان پوءِ نجي سيڪٽر جي حوالي ڪيون ويون. سرڪار هميشه کان سرمائيدارن جي مفادن کي سامهون رکي فيصلا ڪندي آئي آهي ۽ پاڪستاني رياست جيڪا هڪ سرمائيدار رياست آهي ۽ هن رياست جي حڪمرانن هتي شروع کان ئي هڪ سرمائيدار معيشت جي قيام لاءِ ڪوششون ورتيون آهن ان سڄي سرمائيدار معيشت جو سڀ کان وڏو سرمائيدار خود پاڪستان جي فوج آهي.

فوجي فائونڊيشن جنهن جو مقصد فوجين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪرڻ هو ان اڄي ڪاروباري سرگرمين ۾ حصو ورتو هاڻ اها فوج کير ۽ ڊبل روٽي کان وٺي، تيل، پاڻ، روڊ، رستا، پيٽرول پمپ،شگر ملز،ڊرگ اسٽور ۽ تعليمي ادارن وغيره جهڙن ڪاروبارن ۾ رڌل آهي.

اسان ڏٺو ته هڪ طئي ٿيل منصوبي تحت، حڪومتي سرپرستي ۽ قانوني تحفظ هيٺ ملڪ ۾ وڏي پيماني تي صنعتي معاشي اوسر ايوب خان جي دؤر ۾ ٿي. جنهن ۾ سرمائيدارن کي رعايتون، خاص مرعاتون، لائيسنس ۽ گهٽ وياج تي قرض ڏنا ويا. انهن کي روڊ رستا، بجلي، گئس ۽ هڪ پورو پيڪج ڏنوويو ۽ اهو ئي دور هو جڏهن فوج کي به

هن ملڪ ۾ هڪ سرمائيدار ڪري اياريو ويو. جنهن ملڪ جي معيشت ۾ پير پاتو ۽ پوءِ "باويهه خاندان" ايريا. جيڪي ان دور جي 60% فيصد معيشت تي قابض ٿي ويا.

اسان ڏسون ٿا تہ ايوب خان جي اهڙين سرمائيدار نواز پاليسين خلاف نيٺ هڪ ڏينهن ممڻ متو ۽ هڪ وڏي تعداد ۾ ملڪ جا پورهيت ۽ هاري روڊن رستن تي نڪري آيا. اها اوير ۽ اولهه پاڪستان ۾ هڪ مضبوط عوامي ڪاوڙهئي. جنهن جي پويان کابي ڌر ۽ ترقي پسند سياست جو اثر هو اها تحريڪ خاص ڪري شهرن ۾ ڏاڍي مضبوط ٿي. پر کابي ڌُر جي پنهنجي حقيقي شناخت سان ڪليل انداز ۾ سياست نہ ڪري سگهڻ ڪري ڀٽي کي ان سڄي سياسي منظرنامي ۽ سماجي اُٿل پٿل جو فائدو وٺڻ جو موقعو مليو. ڀٽي سوشلسٽ سڌارا آڻڻ جي خاطري ڪرائي ۽ ملڪ ۾ هڪ معاشي تبديلي جو واعدو پڻ ڪيو. ڀٽو مظلوم پورهيت عوام جو سرواڻ ٿي سامهون آيو ۽ پورهيت عوام کي پنهنجي طرف مائل ڪرڻ ۾ ڪامياب پڻ ويو. پر ڀٽو هڪ "پاپولر" سياستدان هو ۽ سندس "پاپولسٽ سياست" ڪنهن بہ صورت ۾ سماج ۾ هڪ انقلابي تبديليءَ جا لوازمات پورا نہ ڀئي ڪري سگهي. هن پورهيت ۽ حاڪم طبقي جي صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. چاڪاڻ تہ ڀٽي جي پارٽي ۾ جاگيردار طبقو پڻ هو جنهن هن سڄي طبقاتي نظام جي حڪمران طبقي جي معاشي مفاد ۾ ڪم ڀئي ڪيو پنجاب جي ننڍي واپاري طبقي ڀٽي جي سياسي ايجنڊا کان متاثر ٿي حڪمران طبقي خلاف جدوجهد ڪئي. ڀٽي 1972ع ۾ نيشلائزيشن ايڪٽ پاس ڪرايو. تعليم, ڪپمنيون, انشورنس, بينڪون ۽ بين پيداواري شعبن کي حڪومت جي تحويل ۾ ورتو اهي سڀ قدم معاشي برابري جي نعري "اجهو اٽو ۽ لٽو" هيٺ ڪيا ويا ۽ ٻئي مرحلي ۾ 1974ع ۾ ڪاٽن فيڪٽريون, چانورن جا سيلر, اٽن جي چڪين کي بہ حڪومتي ملڪيت ۾ شامل ڪيو ويو. 1973ع ۾ زرعي سڌارا پڻ ڪيا ويا جيڪي ايڏا ڪي ڪامياب نہ ٿيا ان کان پوءِ 1977ع ۾ بہ زرعي سڌارا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ڀٽي تي اهي الزام بہ لڳا تہ ان ڪجهه خاص ڪمپنين کي نشانو بڻائي نيشنلائزيشن ڪئي آهي, هن ملڪ جي اهم صنعت ٽيڪسٽائيل شبعي کي نيشلائيز نہ ڪيو. اهو ئي شعبوهو جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ صنعتي مزدور ڪم ڪندو هو. اها ڳالهہ درست آهي تہ ڀٽي جي نيشنلائزيشن جو ڪو واضح روڊ ميپ نہ هو. ان جو اهو چوڻ تہ " اسان اُن صنعت کي نيشلائيز نہ ڪيو آهي جيڪا هن ملڪ جي معيشت ۾ مؤثر ۽ منافعي بخش ڪردارادا ڪري رهي آهي." جنهن مان اهو ثابت ٿو تہ ڀٽي خاص سرمائيدارن کي نشانو بڻائي پنهنجي نيشنلائزيشن جي پاليسي ترتيب ڏني هئي, جنهن جي پويان فوج جا سرمائيدارآڻا معاشي مفاد پڻ ڪارفرما هئا. جنهن ڀٽي کي استعمال ڪندي, ڪجهه خاص شعبا نيشنلائيز ڪرڻ ۾ ڪردار ڪيو پر ان دور ۾ مجموعي طور تي " فوجي معيشيت" کي وڌڻ ۾ رڪاوٽون آيون ۽ ڀٽي جي دور ۾ فوج جو معاشي ۽ سياسي رول هڪ حد تائين محدود ٿيو. جنهن ڪري فوج هڪ دفعو وري 1977ع ۾ ڀٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري معاشي ۽ سياسي طاقت حاصل

ڪرڻ ۾ ڪامياب وئي.

ضياالحق ايندي ئي پٽي جي معاشي سڌارن کي ختم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ملن ۽ فيڪٽرين کي خانگائڻ جي پاليسي تي عمل ڪيو انهي جي پنيان يقينن هن ملڪ جي فوجي طبقي جا معاشي ۽ سياسي مفاد هئا. انهي دور ۾ ئي زرعي سڌارن کي بہ " غيراسلامي" چئي روڪيو ويو ۽ جاگيرداريءَ کي تحفظ ڏنو ويو. ضياالحق جي دور ۾ فوج جي سرمائيڪاري جودائرو وڏي پئماني تي وسيع ٿيو جنهن جو سبب فوج جو سياسي اقتدار تي قابض هجڻ هو ان دور ۾ هن ملڪ جي ايئرفورس ۽ نيوي بہ پنهنجا پير ڪاروباري سرگرمين ۾ ڄمايا. مصلح فوجن کي حڪومتي سرپرستي هيٺ فري هينڊ ڏنو ويو. ۽ مفت لائيسنس، ٽئڪس جي ڇوٽ ۽ مفت زمينون ڏنيون ويون. حيراني جي ڳالهہ اها آهي تہ هڪ پاسي تہ ضياءالحق جي سرپرستيءَ هيٺ فوج اهو سڀ ڪجهہ ڪري رهي هُئي پر ٻئي پاسي " اسلامي قانون" تحت هلندي شراب تي پابندي لڳائي وئي ۽ ڪاربار کي وياج کان پاڪ ڪرڻ لاءِ ملن کان سفارشون ورتيون ويون. اهوسڄو ڊرامو مذهب جي نالي ۾ ڪيل ڪرپشن ۽ پنهنجي اقتدار کي هٿي ڏيڻ هو. ضيا الحق جي دور ۾ ننڍو سيٺڪار، واپاري يا پيٽي بورجوازي طبقو جيڪو هڪ دور ۾ پٽي سان گڏ هو ان پنهنجو روايتي ڪردار نڀائيندي رجعتي آمر جو ساٿاري ٿي بيٺوانهي طبقي جي سماجي بيهڪ اڄ بہ ڏسون ٿا تہ رجعت پرست لاڙو رکندڙ آهي، جيڪو ڪاروبار کي پنهنجي مذهب سان هڪ ڪري بيهاري ٿو ۽ نوازشريف بہ انهي دور جو سرمائيدار آهي،جنهن ضيا الحق جي سياسي اسلام کان متاثر ٿي پنهنجي سياست جي شروعات ڪئي ۽ خاص سرمائيدار طبقي جي معاشي مفادن کي سياسي شڪل ۾ پوروڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

هن ملڪ ۾ سرمائيدار رياستي سرپرستي هيٺ پنهنجي سرمائي کي وڌائيندو آيو آهي، " آزاد معيشت جو نعرو" جيڪو بينل ئي ان ڳالهہ تي آهي تہ حڪومتي قانون ۽ سياسي طاقت جي ذريعي سرمائيدارن کي تحفظ فراهم ڪري ٿي. جيڪا هڪ وقت انهن کي قرض، سسبڊي ۽ ٻيون معاشي مراعتون ڏئي پورهيتن جو استحصال ڪرڻ ۾ قانوني تحفظ فراهم ڪري ٿي، جنهن ذريعي اهي وڏ کان وڏ سرمايو ڪمائن ٿا ۽ ٻئي مرحلي ۾ سرڪاري پئسي سان پيداواري عمل ۾ سڌو وجي فيڪٽريون ملون ۽ پيداواري ادارا اڏن ٿا. جيڪي ٻئي دور ۾ سرمائيدارطبقي کي ٺهيل نيڪل صورت ۾ گهٽ پئسن عيوض وڪرو ڪيا وڃن ٿا.

موجوده نواز حڪومت ايندي ئي سرڪاري ادارا خانگاڻ جي پاليسي تي وڌو زور ڏنو آهي، هي حڪومت اها ئي پارٽي آهي جنهن حڪومت ۾ اچڻ کان پهرئين چيو پئي تہ اسان ڪشڪول ٽوڙيندا سين ۽ ملڪ کي پرڏيهي امداد تي هلڻ نہ ڏينداسين. اسحاق ڊار ايندي آءِ ايم ايف وٽ قرض لاءِ پهچي ويو ۽ $6.5 ارب ڊالر جو قرض آءِ ايم ايف منظورڪيو جنهن جا ڪجهہ شرط اهي هئا تہ سسبڊي فوري طور تي ختم ڪيو. ٽئڪس




جي چار کي ۽ڏايو سرڪاري ادارا خانگايو ۽ بيا لاتعداد شرط ان قرض سان لاڳاپيل هئا.

اهو آءِ ايم ايف ئي هو جنهن ذريعي ٿيچر ۽ ريگن انتظاميا سامراجي مفادن تحت سڄي ٽئين دنيا جي حڪومتن کي قرضن جي جار ۾ ڦاسائيندي نيولبرل ايجنڊا تي عمل ڪرايو. پاڪستان ۾ ائين ته ان ايجنڊا تي ضياالحق جي دور ۾ ڪم شروع ٿي ويو هو، پر بينظير ڀٽو ڊسمبر 1988ع ۾ هڪ برطانوي ڪنسلٽنٽ "روٿ چائلڊ" کي نجڪاري جي حڪمت عملي جو ڪم سونپيو. جنهن هڪ رپورٽ به ان حڪومت کي ڏني جنهن جو نالو هو "نجڪاري ۽ عوامي شرڪت" ان رپورٽ اها به صلاح ڏني ته اسٽاڪ ايڪسچينج مارڪيٽ جي اوسر کي وڌايو وڃي، هتي نجڪاري پاليسي ڪنهن عوامي شرڪت جي ابتڙ پاڪستاني سرمائيدار ۽ آءِ ايم ايف جي خواهش تي عمل ڪرڻ جي نتيجي ۾ آندي وئي.

ٻئي مرحلي ۾ 1991ع سوويت يونين جي ٽٽڻ کان پوءِ نواز حڪومت نجڪاري جي اهم کي تيز ڪيو ۽ پاڪستان پرائيوٽائزيشن ڪميشن جوڙي، جنهن 1991ع کان 2011ع تائين 167 ادارا خانگايا آهن.

عام طور تي جيڪي نجڪاري جي حق ۾ دليل ڏنا ويندا آهن، انهن مان ڪجهه خاص هينيان آهن

سرڪاري ادارن اندر ڪرپشن

ملازمن جي گهڻائي

سرڪاري پيداواري جنس جي هڪ هٽي

ادارن جو منافعي بخش هجڻ بجاءِ نقصان ۾ هجڻ

جنا پٽي کان آجو هجڻ

عالمي سرمائي جو مُلڪ ۾ نه اچڻ

بجيٽ تي خساري جو بار هجڻ

سرڪاري ادارن اندر سياسي مداخلت

نواز حڪومت ۽ عالمي مالياتي ادارا ڪارپوريٽ ميڊيا جي ذريعي سرڪاري ادارن کي خانگائڻ جي حق ۾ هڪ ماحول جوڙڻ لاءِ مٿي ڄاڻايل سببن جي بنياد تي ئي مهم هلائي رهيا آهن. اسان ڏسون ٿا ته ڪيئن حڪمران طبقي پنهنجي معاشي طبقاتي مفادن خاطر انهن ادارن کي استعمال ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته ڪنهن حد تائين درست آهي ته بينظير ۽ نواز حڪومتن پنهنجي دور ۾ " پنهنجن ماڻهن " کي ڀرتي ڪيو جيڪي انهن




ڪرڻ جا ڪيترائي بهتر ۽ عوامي طريقا موجود آهن. پر هو جنهن طبقي جو نمائندو آهي سو اهڙن طريقن کي پنهنجي طبقاتي مفادن خلاف ٿي ڏسندو. نتيجو اِهو آهي تہ عوام دشمن طريقا ۽ حل اڳيان ڪيا وڃن.

سبسڊي کي ختم ڪرڻ (گئس، بجلي، پيٽرول وغيره).

جي ايس ٽي کي 15% فيصد وڌائي 16% فيصد ڪرڻ جيڪو غريب ۽ پيڙهيل پرتن عوام کي ويتر وڌيڪ معاشي بدحالي جي ور چاڙهي ٿو.

گيس، بجلي، پيٽرول وغيره جي اگهن ۾ واڌ.

اها ساڳئي حڪومت ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمي سرمائيدارن کي پاڪستان ۾ سرمائيڪاري جي سازگار ماحول جو ٻڌائي کين هتي سرمائيڪاري ڪرڻ جي دعوت پڻ ڏئي رهي آهي ۽ کين ٽيڪس فري زون، ٽيڪس هالي ڊي، قرضن جي سهولت ۽ ٻيون لاتعداد مراعتون پڻ آڇي رهي آهي. آءِ ايم ايف پاڪستان جي سڄي پاليسي جوڙڻ ۾ ڀائيوار آهي جنهن حڪومت کي فوري حڪم ڏنو آهي تہ هڪ مالياتي مشير مقرر ڪيو وڃي جيڪو نجڪاري جي عمل جي نگراني ڪري ۽ حڪومت کي تجويزون ڏي

بجيٽ خساري کي گهٽائڻ جا ڪي جوڳا قدم هيٺين ريت ٿي سگهن ٿا.

ٽيڪس جي ڄار کي وڌائي وڏن سرمائيدارن کان وٺي ننڍي تاجر طبقي تي ٽيڪس لاڳو ڪيو وڃي

حڪومتي شاهي خرچن (نان ڊولپمينٽ فنڊ) کي گهٽايو وڃي

فوجي بجيٽ کي گهٽائي تعليم، صحت، روزگار ۽ ٻين عوامي سهولتن لاءِ استعمال ڪيو وڃي.

فوجي پيداواري ادارن تي ٽيڪس لاڳو ڪجي، جنهن جي ٽيڪس جي شرح نجي ڪمپنين برابر هجي

اسٽاڪ مارڪيٽ جي سرمائي تي ٽيڪس (ڪيپيٽل گين ٽيڪس) لڳايو وڃي.

ملٽي نيشنل ڪمپنين تي ڳروٽيڪس لاڳو ڪجي

وڏن جاگيردارن جي زرعي آمدني تي ٽيڪس لڳايو وڃي.

سمورن سرڪاري ادارن منجهہ موجود ڪرپٽ بيورو ڪريسي تي سختي ڪندي ادارن جي خرچ ۽ ڪمائيءَ جي رڪارڊ کي پبلڪ ڪيو وڃي.

اهي ڪجهہ قدم آهن جنهن سان حڪومت نہ صرف بجيٽ خسارو گهٽائي سگهي

تي، پر واڌو بجيٽ بہ ڏئي سگھي ٿي. پر اهي قدم کڻڻ لاءِ عوام دوست ٽيڪنو پوندو جيڪا هي حڪومت نٿي ڪري سگھي.




ڪارپوريٽ ميڊيا ۽ لبرل تجزيا نگارن اهو بہ چوڻ شروع ڪيو آهي تہ حڪومت سرڪاري ادارا گھٽ قيمت تي پنهنجن ئي خاص سرمائيدارن کي ڏئي رهي آهي.

پ پ جي نجڪاري پاليسي پڻ پنهنجي معيار واري رهي آهي. بينظير ڀٽو تہ وڏي شان سان اهو چوندي هئي تہ" سائوٿ ايشيا جي ملڪن مان پاڪستان ۾ سڀ کان پهرين نجڪاري جو عمل منهنجي دور ۾ ئي شروع ٿيو. پر جڏهن موجوده نواز حڪومت اچي نجڪاري جي ڳالهہ ڪئي تہ بلاول ڀٽو زرداري ان پاليسي جي مخالفت ڪندي تنقيد ڪئي تہ "نواز شريف پنهنجي خاص ماڻهن کي اهي قومي ادارا تحفي ۾ ڏيڻ چاهي ٿو ۽ اسان ان جي مخالفت ڪنداسين" پ پ اڳواڻن جا اهڙا بيان پورهيت مفادن جي ترجماني ڪرڻ بجاءِ صرف حزب اختلاف ۽ حزب اقتدار جي جهيڙي جوئي اظهار آهن. ڇاڪاڻ تہ منجهن ڪابہ پارٽي ان معاملي ۾ ڏيهي سرمائيدارن ۽ عالمي مالياتي سرمائي جي مفادن واري ليڪي کان ٻاهر ڪانهي. پ پ جي پوئين حڪومت بہ نجڪاري کي اڳتي واڌايو ۽ 30 کن ادارن جي نجڪاري ڪرڻ جي منظوري پڻ ڏني، پر ٻئي دور ۾ جڏهن مشرف جي آمريت دوران هُو حڪومت کان ٻاهر هئي تڏهن سندس ان دؤر جي سينيٽ ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ رضا رباني ۽ پ پ ليبرونگ جي صدر چوڌري منظور ڪراچي ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس 2005ع ڪوٺائي، جنهن جو مک نعرو " نجڪاري خلاف جنگ" هو. جنهن ۾ 20 کان وڌيڪ ليبر يونين ۽ ادارن شرڪت ڪئي هئي،پر اها پاليسي رڳو ان وقت جي مشرف حڪومت تي سياسي دباءُ وجهڻ لاءِ هُئي ۽ سندس مقصد سرڪاري ادارن جي يونين کي پنهنجي مفادن آهر استعمال ڪرڻ هو. اها ساڳئي پارٽي وري 2008ع ۾ حڪومت اچڻ شرط پرائيوٽائيزيشن ڪميشن کي فعال ڪري نجڪاري جي عمل کي تيز ڪري ٿي. عالمي مالياتي ادارن ۽ سرمائيدار معاشي مفادن کي پورو ڪندي، يوسف رضا گيلاني اڳوڻي وزيراعظم اهو بہ چئي ڏنو تہ چيئرمين ڀٽي جي نيشنلائيزيشن پاليسي هڪ غلط فيصلو هو.

جيڪڏهن اسان ڀٽي جي ڪيل نيشنلائيزيشن پاليسي تي ڳالهايون تہ ڀٽي پنهنجي حڪومتي دور ۾ پنجاب سان تعلق رکندڙ سولين ۽ فوجي ڪامورن کي صنعتن جي اعليٰ انتظامي ۽ پيداواري عهدن تي فائز ڪيو جن پيداواري عمل سان ڪو تعلق نہ

هجڻ جي ڪري خاص بيوروڪريٽڪ حڪمت عملين تحت مزدور يونين کي هلائڻ شروع ڪيو ۽ يونين جي عهديدارن کي بجاءِ ڪامورن پنهنجي ملڪيت کي وڌائڻ شروع ڪيو. ان کي ڪاپاري ڌڪ رسايو. عالمي سرمائي تي پرڻ هن ڪا بندش نہ وڌي، جنهن پاڪستان ۾ پنهنجي معاشي ڦرلٽ جاري رکي. پٺي پلي مشهور 22 خاندانن جي معاشي هڪ هٽي کي ڪنهن حد تائين ڪمزور ڪيو پر سندس حڪومتي دور ۾ اهڙا الاهي ڪيترا بيا خاندان ۽ فرد معاشي ڦرلٽ ذريعي اڀريا.

نيو لبرل پاليسي کي ٿيچرازم، ريگن ازم نيو ڪنزرويٽوازم نالي سان بہ سڏيو ويندو آهي. جنهن تي 1970ع جي آخري ڏهاڪي ۾ اولهہ جي حڪومتن باضابطا حڪمت عملي طور عمل دآرمد ڪيو. ان پاليسي سرمائي جي عالمي ٿيڻ ۽ سرمائي جي مرڪزيت جون گهرجون پوريون ڪيون. ان پاليسي قومي رياست لاءِ اهو ضروري قرار ڏنو تہ هو پيداوار ۽ ان جي تقسيم ۾ جيڪي سياسي ۽ معاشي رڪاوٽون هجن ان کي ڏيهي ۽ عالمي طور تي گهٽائي.ان جو اثر اهو ٿيو تہ ٽين دنيا جي حڪومتن سرڪاري ترجيحات ۾ هڪدم تبديلي آندي ۽ انهن نجڪاري، عوامي بنيادي سهولتن جي بجيٽ ۾ ڪٽوتي، مزدور يونين کي ڪمزورڪرڻ ۽ انهن تي قانوني ضربون هڻي ڪرپٽ ڪرڻ، غيرسرڪار تنظيمن(اين جي اوز) جو ڦهلاءُ ملٽي نيشنل ڪمپني جو ڦهلاءُ ۽ واڌ ويجهہ، ڪارپوريٽ ميڊيا جيڪا ڏيهي ۽ عالمي سرمائيداري مفادن جي واڌ ويجهہ لاءِ ماحول ۽ راءِ عاما ٺاهڻ جهڙن پاليسين تي عمل درآمد ڪرايو. ان طرح مزدور طبقي جي ڏکهي جدوجهد جي نتيجي جي حاصلاتن کي کسڻ شروع ڪيو. انهيءَ جي شروعات ٻين عالمي جنگ جي برٽين وڊز معاهدي کانپوءِ ٿي. ياد رهي تہ اِهو معاهدو يورپ کي جنگ جي تباهہ ڪارين منجهان ڪڍڻ ۽ انهيءَ جي تعمير نو لاءِ ڪيو ويو هو. پوءِ جڏهن عارضي معاشي استحڪام آيو تہ تڏهن ان سرمائيدارن جي ڦرلٽ کي قائم رکڻ لاءِ قانون سازي ڪئي وئي ۽ 1970ع جي آخري ڏهاڪي ۾ فلاحي رياستي ماڊل ناڪام قرار ڏئي، آزاد معيشت جي نعري هيٺ اهي سڀئي مزدور ۽ پورهيت دشمن پاليسيون جوڙيون ويون. سو بہ خاص طور انهن ملڪن ۾ جتي مزدور يونين يا مزدور تحريڪ طاقتور هيون. 1991ع ۾ سويت يونين جي ٽٽڻ کان پوءِ اهو ڪم تيز ڪيو ويو. ٽين دنيا ۾ اها پاليسي قرضن ذريعي ( سيپ) جاري رهي، اهي سڀ مقصد "ڇٽا پٽي" ۽ "ايفيشنسي" (Efficiency) جي ڪوت جو راڳ آلاپي حاصل ڪيا ويا. ان پاليسي سبب سڄي دنيا جي مزدور طبقي کي شديد نقصان پهتو. حڪمران طبقي پنهنجي سرمائي کي ٻيڻو ۽ چوڻو ڪيو. دنيا ۾ سرمايو چند مخصوص ماڻهن، ڪمپنين ۽ خاندانن وٽ جمع ٿيو ۽ عالمي سرمائيدار معيشت جو بحران شديد ٿيندو ويو.

**حاصل نتيجو**

اڪثريتي عوام جي نمائندگي جون دعويدار اهي پارٽيون (پي پي ۽ نواز ليگ)




اصل ۾ ڏٺو وڃي ته عالمي سرمائيدارن جي نمائندگي ڪن ٿيون. اهي پارٽيون پڻ عوامي مفادن جي سوال تي ڪيترو به روڄ راڙو ڪن پر پنهنجي پر ۾ اهي جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي مفادن جون ئي محافظ آهن. سرڪاري ادارا عوام جي اجتماعي ملڪيت هوندا آهن ۽ سرمائيدار طبقو جاتي واٽي انهن ادارن جي مجموعي ڪارڪردگي کي ڇيهو رسائي، کين ڪرپٽ، نقصانڪار ۽ قومي خزاني تي بار ڄاڻائي هڪ سازش تحت کين خريد ڪري پنهنجي ذاتي ملڪيت ۾ تبديل ڪرڻ جون ڪوششون ڪندو آهي ۽ اهو ئي هن مُلڪ جي ٿرج ۽ اهي سويلين حڪومتون ڪنديون آيون آهن. پنهنجي ان ڪوشش ۾ اهو سرمائيدار طبقو پروپيگنڊا کان وٺندي ڏاڍ جبر ۽ رشوت تائين سمورن آزمايل نُسخن کي استعمال ڪندو آهي. پورهيتن جي مفادن جي ترجمان ٽريڊ يونين ۾ ڌڙابندي ڪرائي، مدمقابل ٽريڊ يونيئن تي پابندي لڳائي ادارن اندر صرف سرڪاري يونينن جي ئي موجودگي کي يقيني بڻائيندو آهي ۽ پوءِ اٿين سرڪاري ادارا خانگائي، پورهيتن ۽ مُلڪ جي ترقيءَ جي ناليءَ ۾ پورهيتن کان ادارن جي مالڪي جو حق کسيو ويندو آهي. اسان هميشه ڏٺو آهي ته سرڪاري ادارن جي خانگائجي وڃڻ بعد انهن ادارن جي پورهيتن سان ڪهڙو حشر ٿيندو آهي. ڪي اِي ايس سي کان وٺندي پي. ٽي. سي. ايل تائين جي ملازمن سان ٿيل جُنون اسان جي نظرن سامهون آهن.

پر اتي اهو ڏسڻ پڻ لازمي آهي ته هِن مُلڪ اندر جيئن جيئن پورهت طبقي جي سياست مار کاڌي آهي. تيئن تيئن نجڪاري جو اهو عمل تيز کان تيز تر ٿيندو ويو آهي. حقيقت ۾ نيو لبرل معاشي نظام جي بنيادي پاليسي ئي اِها آهي ته ڪنهن به مُلڪ اندر سرڪاري ملڪيت جي حيثيت ۾ ڪم ڪندڙ ادارن جي نجڪاري کي وڌ کان وڌ (Facilitate) ڪجي. پاڪستان اندر پنين ٽي چار ڏهاڪن کان ٽريڊ يونين جي ڪرپٽ ٿيڻ ۽ مزدور تحريڪ جي مجموعي طور ڍهڻ پنيان پڻ اهائي نيو لبرل ايجنڊا ئي ڪار فرما آهي. ان ڪري لازمي آهي ته سرمائيداري نظام جي چڪيءَ هيٺ پيسجندڙ پورهيتن کي هڪ ڀيرو ٻيهر منظم ڪجي ۽ ٽڙيل پکڙيل ادارن اندر ٿيندڙ پورهيت جدوجهدن کي سماجي تبديلي جي مجموعي جدوجهد سان سلهاڙجي (جيڪو ڪم هڪ منظم سياسي تنظيم ئي ڪري سگهي ٿي) ته جيئن ان عالمي سامراجي جارحيت خلاف پورهيت طبقي جي ڪا منظم بغاوت جنم وٺي سگهي.

# تباهہ حال ثقافت ۽ خوشحال نرگسيت

بخشل ٿلهو



ڪجھ عرصو اڳ جڏهن آءُ پنهنجي ڪجھ ڪامريڊ ساٿين ۽ ڳوٺ جي دوستن سان گڏ موهن جو دڙو گهمڻ ويس تہ درياهہ جي پاسي کان ڪجھ اٽڪوٺيل دڙا ڏسي اسانجي هڪ ڳوٺ جي دوست (جنهن کي سندس اندازِ گفتگو جي بنياد تي تر جا دوست آقا جي نالي سان سڏيندا آهن) مذاقن چيو تہ " بابا ڪجھ ڪوڏرن ۽ بيلچن جو بندوبست ڪيو هي دڙا پاڻ کي کوٽتا آهن. پر جڏهن اڳيان هلي اسٽوپا ۽ گهٽين جي حالت ڏٺائين تہ چوڻ لڳو " بابا کوٽائي جو پروگرام ڪينسل ڪيو. جيڪي اڳ کوٽيا ٿسين، تن کي ئي نہ سنڀالي سگهيا آهيون، نوان کوٽي نئون ڳٽ ڳچيءَ ۾ نہ وجهو." پي پي (جنهن جي عوام ۽ ثقافت دوستي اسان سڀني تي پهرين کان عيان آهي.) طرفان هاڻي اتي پروگرام ڪرڻ ڪانپوءِ نہ صرف موهن جو دڙو پر سنڌ جي ثقافت تي هر جاءِ بحث جاري آهن. پاڻ اڄ جي مضمون ۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن جي حالتِ زار رقم ڪرڻ بجاءِ ثقافت جي موضوع تي بہ اکر لکڻ جي جرئت ڪندا سين.

ڇا ثقافت رڳو ڪجھ ماضي جي مزارن ۽ مٿل شين جو نالو آهي؟

اسان وٽ عام طور تي ثقافت منجهان مراد ڪجھ تاريخي ماڳن ۽ روايتن جي ورتي ويندي آهي. ٻين لفظن ۾ ثقافت، رهڻي ڪهڻي جي ڪجھ اهڙن طور طريقن کي چيو ويندو آهي جيڪي نوس ۽ مجرد هجن. جن جي انفراديت توهانکي ٻين علائقائي، نسلي ۽ قومي اڪاين کان الڳ ڪري. هڪ اهڙو سماج جنهن منجھ ترقي ۽ تبديلي جي رفتار انتهائي گهٽي سست هجي اتي نہ صرف ثقافت ڏانهن پر سماجي زندگيءَ جي هر دائري ڏانهن اهڙي سوچ جو پيدا ٿيڻ اٽتر آهي. پر ڇا حقيقت ۾ بہ ائين آهي؟ ڇا ثقافت جو رڳو مادي پاسو هوندو آهي يا ثقافت منجهان مراد صرف سماج جي روحاني ۽ فني زندگي هوندي آهي.؟ يا ثقافت جا مادي ۽ روحاني ٻئي پاسا ٿيندا آهن. پر پهرين اچون ٿا ثقافت جي مجرد ۽ نوس تصور تي. جيڪڏهن تاريخي ماڳن، اهڃاڻن ۽ رائج بظاهر جامد نظر ايندڙ قدرن سان گڏ ثقافت نالو آهي جيئرن جاڳندن ماڻهن جي جيئڻ

جي طور طريقن جو سندن روايتن جو سندن جمالياتي پاسي جي اظهار جو تہ پوءِ اها بدلبي رهي ٿي. ڇاڪاڻ تہ سماج جي زندگيءَ لاءِ لازم فطري ماحول بدلبو رهي ٿو هڪ سماج يا ثقافت جا ٻين سماجن يا ثقافتن سان لاڳاپا بدلبا رهن ٿا ۽ سڀ کان آخري ڳالهہ تہ هر سماج اندر پيداواري طريقي منجهہ تبديليون اينديون رهن ٿيون. جن منجهان سماج جي ثقافتي زندگي بہ متاثر ٿئي ٿي. ماڻهوءَ جون مادي ۽ روحاني ضرورتون هونديون آهن ۽ اُهي ضرورتون ماڻهو مختلف طور طريقن سان پوريون ڪندا آهن انهن طريقن ۾ تاريخيت بہ هوندي تہ نواڻ بہ. ڇو تہ وقت سان گڏ ضرورتون بہ بدلجن ٿيون ۽ انهن جي پوراءَ جا طريقا بہ. جنهن سان صديون پراڻيون روايتون ۽ رويا بہ تبديل ٿين ٿا. مثال طور سنڌ هڪ زرعي سماج رهيو آهي جنهن ۾ ماڻهو مال متاع بہ پاليندا رهيا آهن. پر وقت سان زمين ۽ مال متاع ڏانهن اسانجي ماڻهو جو تاريخي رويو هاڻ ساڳو ناهي رهيو. زمين جو وڪرو ايترو معيوب ڪونهي جيترو اڳ هو. ڍڳن جي جاءِ ٽريڪٽر ورتي. صدين پراڻا ٻيا اوزار هاڻي هر انين ڏينهن تبديل ٿي رهيا آهن. مينهن اسان وٽ امان يا پِل پٿاري سڏبي هئي جنهنجو ڪنهن ناقابل علاج بيماري ۾ مرڻ سهائبو هو پر انهيءَ کي ڪاسائي کي ڏيڻ کان لنوايو ويندو هو. پر ڪراچي اندر100 مينهن جو واڙو رکندڙ هڪ سنڌي ياڳيي کي پنهنجي کير جي پيداوار برقرار رکڻ لاءِ هر مهيني ڪجهہ تازيون مينهون خريد ڪري، 10 ڦنڊر مينهون ڪاسائي کي ڏيڻيون پونديون آهن. هاڻ هو مينهن سان اهو تاريخي اُنس ڏاري ئي نہ ٿو ڪري سگهي جيڪو سندن وڏن جو وڙ هيو. عالمي نظام، ثقافت ۽ ٽيڪنالاجي اڄ اسانجي ثقافتي زندگي کي پهرين کان وڌيڪ متاثر ڪري رهي آهي. اڄ اسان وٽ مهمانن کان پڇڻ لاءِ چانهہ ۽ ٿڌي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونهي ۽ انهن ٻنهي شين ۾ گهڻي ڀاڱي عالمي گهڻ قومي ڪمپنين جا برانڊ آهن. هڪ ڏينهن موبائيل جي سروس بند ٿي ٿئي تہ ٻهراڙي کان شهرن تائين زندگي جام ٿيو وڃي. اهڙي ريت مادي پيداوار ۽ مادي ثقافت جي تبديليءَ سان ثقافت جي روحاني پاسي ۾ تبديلي اچيو وڃي. اسانجي ثقافت جو روحاني پاسو ڇا آهي ۽ ڪيترو امير ۽ بهتر آهي انهي جو اندازو بہ ٿيڻ گهرجي. موسيقي، راڳ، ناچ، مصوري، ادب، فلمون، ٽي وي، ريڊيو سڀ انهي دائري ۾ اچي وڃن ٿا. ۽ اهي سمورا لقاءَ بہ نہ تہ بيٺل آهن ۽ نہ وري تضادن کان آجا. اسانجي انهي ثقافتي پاسي جي صورتحال بہ سڀ جي اڳيان آهي. هاڻي تہ نعت ۽ مرثيہ خواني بہ ترقي جي معراج تي آهي.

ڇا ثقافت کي سٺي يا خراب جي مجرد خانن ۾ ورهائي سمجهي سگهون ٿا؟

اسانجي حڪمران طبقي جو ثقافت ڏانهن معيار ٻٽو آهي هڪ طرف اهو پنهنجي سياسي مقصدن لاءِ انهيءَ کي ساراهي ٿو پر ٻي پاسي ڏانهن انهي کي فضول، جاهلاڻو ۽ مذي خارج سمجهي انهيءَ کان نفرت ڪندو آهي ۽ پاڻ کان وڏن حڪمرانن جي ثقافت کي پنهنجو ڪندو آهي. جڏهن تہ ٻي پاسي ڏانهن عوام جي وڏي اڪثريت پنهنجي ثقافت جي مڙني صورتن تي تڳندي ۽ خوش ٿيندي آهي. ڇا ڪنهن بہ ثقافت کي ڪُلي

طور دقيانوسي چئي رد ڪرڻ يا ڪُلي طور تي شاندار چئي انهيءَ سان ٻڪين پوڻ جو رويو درست آهي؟ ثقافتي سامراجيت جي دور ۾ انهن ٻنهي روين جو پيدا ٿيڻ لازمي آهي. جڏهن تہ سچ اهو آهي تہ هر ثقافت ۾ ترقي پسند ۽ رجعتي ٻئي اهڃاڻ هوندا آهن. پر اسان وٽ شين کي سادي انداز ۾ سمجهڻ جو رويو عام آهي جنهن ۾ شين کي سندن داخلي تضاد ۾ نہ پر ڪُلي طور سٺي يا خراب جي ڪيٽيگرين ۾ سمجهيو ويندو آهي. جيئن تہ اسانجو حال هيٺو آهي ۽ پاڻ وهيٽي ٿيڻ جا امڪان بہ محدود آهن تہ پوءِ اتساهہ جو استاد اسانکي ماضي گهمائيندو آهي ۽ پوءِ پيدا ٿيندي آهي تهذيبي نرگسيت. سنڌ ۾ انهي جي ثقافت بابت عام ڳالهہ ٻولهہ جي بہ اها ڪهاڻي آهي تہ مذهبي انتهاپسند قوتن جو بہ ساڳيو داستان آهي. مذهبي انتهاپسندن پاران جديديت سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي نہ هلي سگهڻ واري مجبوري کين 1400 سال اڳ واري مذهبي نظام ڏانهن ڪٽي وڃي ٿي. ايتريقدر جو جيڪي انتهاپسند ڪونهن پر سندن تاريخي جائزي جو فريم مذهبي آهي سي بہ پنهنجي تهذيبي جاڳرتا جو دور اموي ۽ عباسي دور کي سمجهندا آهن. اسان وٽ قومي ثقافت تي تڳڻ ۽ انهي جي نرگسيت ۾ رهڻ جو رجحان بہ عام آهي. اِهي رجحان هڪ لحاظ کان ۽ هڪ حد تائين هجڻ بہ گهرجن ڇاڪاڻ تہ انهيءَ سان دنيا جي ثقافتي رنگ برنگي باقي رهي ٿي ۽ انهي سان مظلوم قومن جي شناخت، بقا ۽ جدوجهد جو سوال بہ سلهاڙيل هوندو آهي پر پنهنجي ثقافت جي ناڪاري پاسن تي ڌيان ڌرڻ جي بہ ضرورت رهي ٿي. انهي ڪري بہ تہ ڪُ بہ ثقافت بشمولِ قومي ثقافت، تضادن کان آجي ڪونهي. مثال طور سماج جي وڏي اڪثريت يعني پورهيت طبقي جي ثقافت جيڪڏهن ڀائيچاري، برابري، قرباني ۽ جدوجهد جا قدر ڇٽيندي رهندي آهي تہ جاگيردارن ۽ حڪمران طبقي جي ثقافت جبر، ڏاڍ، ڇتا پيٽي، پدرشاهي، هيٺائي، غلامي ۽ نفرت جا اهڃاڻ پيدا ڪندي رهندي آهي. انهيءَ ۾ پاڳي پائيوار سماج ۾ موجود مذهب جو ادارو بہ هوندو آهي جيڪو صبر ، شڪر ۽ اطاعت جي ثقافت سان اسٽيٽسڪو جي خدمت ڪندو آهي. اهڙي ريت ثقافت ڪا هم گير، هڪجهڙي شئي جو نالو ڪونهي. مثال طور ثقافت جي دائري ۾ عورت جي سوال کي ئي ڏسي وٺو. جنهن ۾ هڪ پاسي شاهہ لطيف جي فن ۾ سندس جاڪوڙي جاءِ آهي تہ ٻي پاسي ڪيس مرد جي پير جي جتي ۽ مرد جي پيٽ ۾ ڪمزور، گهٽ عقل ۽ گهٽ درجي سمجهڻ وارو رجحان بہ عام آهي. مثال طور دودي سومري جي پيٽ ۾ چنيسر جو ڪردار، علاوالدين سان گڏجڻ واري غداري جي صحيح چارج کان علاوہ، پهرين کان ڪمزور انهيءَ ڪري بہ سمجهيو ويندو آهي تہ هُن رياستي مامري ۾ پنهنجي ماءُ سان مشاورت جو گناهہ ڪيو هيو. تازو سکر ۾ وچ شهر اندر جهڙي ريت هڪ عورت کي وارن کان جهلي ويگن منجهان لاهي سڄي جڳ سامهون ڪٽيو ويو اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ اسان مجون يا نہ پر عورتن ۽ ٻارن تي تشدد اسانجي ثقاقت جو حصو آهي! اسانجي ثقافت ۾ جاگيرداراڻي ۽ پدر شاهاڻي اثرن ۽ قدرن تي تمام گهڻو لکي سگهجي ٿو پر هن مضمون ۾ اهو سڀ ممڪن ڪونهي.

### ثقافتي ڏھاڙو ۽ اسانجو رويو:

ڪامريڊ استالن چيو ھو تہ مارڪيٽ اُھا جاءِ آھي جتي قومي سرمائيدار پھريون دفعو قومپرستيءَ جو سبق سکندو آھي. سندس اھا ڳالھہ اسانجي حالتن ۾ سچ جيان عيان آھي. اسان سيني جي اڳيان آھي تہ ڪھڙي ريت اردو چينل سان مقابلي ۾ سنڌ جي مارڪيٽ کي پنھنجي ھٿ ۾ رکڻ لاءِ ثقافتي ڏھاڙي جي شروعات ڪئي وئي. جڏھن تہ انھيءَ طبقي جي ثقافت ڏانھن ڪتي رويي تي پاڻ متي ڳالھہ رکي آيا آھيون. ھي سرمائيدار دنيا ھر شئي کي مارڪيٽ جي ھڪ جنس ۾ تبديل ڪندي وڃي ٿي. ٽوپي، اجرڪ يا ثقافت انھيءَ معروضي قانون کان آجي ڪانھي. ثقافتي ڏينھن جا سماج تي ڪجھہ ھاڪاري اثر بہ آھن تہ ڪجھہ ناڪاري بہ. اِھو ڏينھن جتي پنھنجي قوم، سماج ۽ ثقافت ڏانھن گڏيل روين جي جڙڻ ڏانھن اتساھي ٿو اتي حقيقي ۽ بھتر روين جي پيدا ٿيڻ کي ڌڪي بہ ٿو. ظالم بہ ٽوپي اجرڪ ۾ تہ مظلوم بہ. جنھن ثقافتي ڏينھن کي اسٽيٽسڪو خلاف عوامي جدوجھد جو اھڃاڻ ھجڻ گھربو ھو ھڪ ٻي عيد جي ڏينھن ۾ تبديل ٿي ويو. حڪمرانن کي اڃا ٻيو ڇا گھرجي؟ تڏھن تہ حڪمران بلاول، سپرمين جي لوگو ۽ اجرڪ جي امتزاج سان ۽ نئين دور جون سرمائيداراڻي ضرورتن سان ميدان ۾ اچي ويو. مھتاب اڪبر راشدي بلڪل صحيح لکيو ھو تہ چيني عوام کي غلام ڪرڻ لاءِ انگريزن کي آفيم جي ضرورت پئي پر اسان وٽ حڪمرانن کي انھيءَ جي بہ ضرورت ڪونھي. رڳو "سنڌ منھنجي امان" چوڻ جي دير آھي. اھڙي صورتحال ۾ اھو سوال بہ پيدا ٿئي ٿو تہ سنڌ جو عوام اھڙن ثقافتي ڏينھن يا اھڃاڻن کي ڇو ٿو قبولي؟ انھيءَ سوال جو جواب ھڪ تہ اسانجي قومي محرومي ۽ غلامي ۾ آھي ٻيو وري اسانجي سماج جي ثقافتي گھٽ ٻوسٽ جي ماحول ۾. جنھن ۾ خوشيون ۽ انھن جو اظھار ناپيد آھي. ارشد محمود نالي ھڪ ليکڪ انھيءَ ثقافتي گھٽ ٻوسٽ کي پنھنجي ڪتاب " ثقافتي گھٽن اور پاڪستاني معاشره" ۾ ڪجھہ ھن ريت اظھاري ٿو. " ننڍي عيد جو انتظار ايترو تہ زور شور سان ڪيو ويندو آھي جو لڳندو آھي تہ جڏھن اھو تھوار ايندو تہ ماڻھو خوشي وچان چريا ٿي ويندا. "عيد اچي پئي، عيد اچي پئي" سيني جي زبان تي اھي لفظ ھوندا آھن. جيئن ڪو خوشي ۽ مسرت جو طوفان اچڻ وارو آھي ۽ پوءِ اھو مبارڪ ڏينھن اچي ويندو آھي. تڏھن سڀ ھڪٻئي جا منھن پيا تڪيندا آھن تہ "ھاڻي ڇا ڪجي." خوشيءَ جو عظيم ترين ڏينھن پر خوشيءَ جي اظھار جي ڪا صورت ڪونھي. پڪا پوڙھا ٿورو شڪي ٿيندي ھڪٻئي کي چوڻ شروع ڪندا آھن تہ " عيد تہ ٻارن جي ھوندي آھي." ھترادو خوشي جي تاثر کي نيائڻ لاءِ ھڪ ئي رستو وڃي باقي بچندو آھي تہ خصوصي طور تي تيار ڪيل ڪاڏي متان ڪري پئجي. جڻ تہ ھن ملڪ ۾ خوشي جو مطلب رڳو ڪاڏو کائڻ آھي. خوشي جو ڪوبہ موقعو ھجي، جوش وڃي ڪاڏي متان تڏو ٿيندو آھي. لڳندو آھي صدين جي بک آھي. حقيقت ۾ بُک روحاني ۽ ذھني ھوندي آھي. پر پوري خوارڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آھي."

عالمي سياسي صورتحال

# نيپال جو اڌورو انقلاب

سڌارت ڪولهي



نومبر 2013 ۾ نيپال آئين ساز اسيمبلي لاءِ چونڊون ٿيون جنهن ۾ گڏيل ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائوسٽ) (UCPN) (M)، پارليامانی سياست ڪندڙ مائوادين کي 2008 جي ڀيٽ ۾ شڪست آئي آهي. رجعتي بورجوا پارٽي نيپالي ڪانگريس ۽ گڏيل ڪميونسٽ پارٽي (مارڪسٽ-لينسٽ)، (جيڪا صرف نالي ۾ ڪميونسٽ آهي پر رجعتي قوتن سان گڏ رهي آهي) 240 سڌي طرح چونڊيل سيٽن مان 105 ۽ 91 سيٽون کٽي پهرين ۽ ٻين نمبر تي آهن جڏهن تہ مائوادين صرف 26 سيٽون کٽيون آهن. ياد رهي تہ گڏيل ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائوسٽ) 2008 واري آئين ساز اسيمبلي وارين چونڊن ۾ اڪثريت ماڻي هئي ۽ پراچندا جمهوري نيپال جو پهريون وزيراعظم بڻيو هو. 2012 ۾ يو سي پي اين (UCPN) کان ڌار ٿيل مائوادين جي ڌڙي (جيڪو پراچندا جي سڌار پسند لائن تي تنقيدي آهي ۽ اڌوري انقلاب کي پورو ڪرڻ چاهي ٿو) چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو. ريڊيڪل مائوادين جو اهو حصو هاڻ پارٽي جي شڪل ۾ آهي جنهن جو نالو ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائوسٽ) آهي. جيتوڻيڪ 71 سيڪڙو ووٽ پوڻ جي شرح اهو ٻڌائي ٿي تہ ان بائيڪاٽ چونڊن جي عمل کي ڪو خاص ڌڪ نہ هنيو آهي پر حقيقت ۾ اهو بائيڪاٽ مڪمل طرح ناڪام نہ ويو آهي ۽ ان عوام جي هڪ حلقي کي پاڻ ڏانهن مائل ڪيو آهي. پراچندا جي پارٽي جي شڪست ۽ 2008 جي ڀيٽ ۾ ڏهہ لک ماڻهن جو گهٽ ووٽ ڏيڻ اهو ئي ڪجهہ ٻڌائي ٿو. اڄ جي مضمون جو مقصد 2005 کانپوءِ پراچندا ۽ هن جي پارٽي جي ورتل لائن ۽ ان جا نيپال جي انقلاب ۽ سماج تي پيل اثرن تي بحث ڪرڻ آهي "پراچنداگس" (Prachanda path) جي نظرياتي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جنهن کي يو سي پي اين (UCPN) 21 صديءَ ۾ مارڪسزم جي اوسر چوي ٿي بہ هن مضمون جو بنيادي

مقصد آهي. ائين اسان هاڻوڪي چونڊن ۾ بورجوا پارٽين جي فتح ۽ وڏي انقلابي لهر باوجود بنيادي تبديلي نہ اچڻ واري لقاءُ يعني اڌوري انقلاب جي نوعيت کي سمجهڻ جي قابل ٿي سگهون ٿا.

## (1) ”نيپال جي انقلاب جو سفر“

سٺ واري ڏهاڪي ۾ چيني ڪميونسٽ پارٽي خروشيف جي سڌارپسند ۽ ترميم پسند نظرياتي لائن سان وڙهندي ٽين دنيا جي پنٽي پيل ملڪن کي نيم جاگيرداري نيم بينڪيتي قرار ڏيندي اُتان جي ملڪن جي ڪميونسٽ پارٽين کي عوامي طويل جنگ (Protracted peoples war) ڪري نئي جمهوري انقلاب يا عوامي جمهوري انقلاب برپا ڪرڻ جي پاليسي ڏني. ائين عالمي ڪميونسٽ تحريڪ ورهائجي وئي. ڪجهہ ڪميونسٽ پارٽين سويت يونين جي ڏنل لائن جي پيروي ڪندي بورجوا پارليامنٽ ڏانهن منهن ڪيو ۽ قانوني طريقي سان سوشلزم آڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ٻئي پاسي مائو نوازن هارين کي هٿياربند ڪرڻ شروع ڪيو. پر هر ملڪ ۾ ان جهيڙي جي نوعيت مختلف هئي چاڪاڻ تہ ترميم پسند سويت يونين ۽ پڻ چين پنهنجن ڏنل نظرياتي لائنن کي پنهنجي رياستي مفادن کان بالاتر نہ رکيو. ان جو بهترين مثال هندستان ۽ پاڪستان هئا. پاڪستان ۾ مائوادين ايوب خان ۽ يٺي جي مختلف وقتن تي حمايت ڪئي جڏهن تہ ماسڪو نواز رياست مخالف رهيا. جڏهن تہ هندستان ۾ ماسڪو نواز هندستاني بوجوازي کي ترقي پسند چوندا رهيا نهرو کي سوشلسٽ اڳواڻ سڏيو ۽ پنهنجو پاڻ کي پارليامينٽ ۽ ”ماس پوليٽڪس“ تائين محدود رکيو. جڏهن تہ مائوادين نڪسلباڙي جهڙن تحريڪن جي رهنمائي ڪئي ۽ رياست مخالف هٿياربند جدوجهد ڪئي. ٻنهي ملڪن ۾ ٻنهي لاڙن جو متضاد رويو ملڪن جي مختلف بيهڪ کان وڌيڪ ٻہ طاقتور رياستن جي خارجہ پاليسي جي ڪري هو. چين جي پاڪستان سان دوستي ۽ سويت يونين جا هندستاني بورجوازي سان سنا تعلق هئا. ان ڳالهہ ڪرڻ جو مقصد اهو ناهي تہ اسان ماضي ۾ ڪميونسٽن (مائوادي توڙي ماسڪو نواز) جي عظيم ڪاوشن ۽ جدوجهد کان انڪار ٿا ڪريون پر ان جو مقصد اهڙن خطرناڪ غلطين کي وائکو ڪرڻ آهي جنهن ڪميونسٽ تحريڪ کي نقصان رسايو.

نيم- جاگيرداري- نيم بينڪيتي (Semi feudal, semi colonial) سماج مان مائوادين جي مراد اهڙو سماج آهي جنهن ۾ لوڪل بورجوازي ۽ رياست سامراج جي مفادن جا محافظ هجن ۽ ڪامورا شاهي طاقتور هجي جنهن جو مقصد مالياتي سرمائي، لوڪل سرمائيدار ۽ جاگيردارن جي خدمت ڪرڻ هجي. (يعني تشدد رياست جو ڳر هجي ۽ اهڙي فاشي رياست جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي جمهوري سڌارن جو امڪان نہ هجي). ساڳئي وقت سماج ۾ جاگيرداري تعلق جهڙوڪ هارين جي اڪثريت وڏيون جاگيرون، فرسوده ذاتن تي ٻڌل نظام (Caste system) وغيره زنده هجن جيڪي

سرمائيداري نظام پيداوار ۾ رشتن سان گڏ جيئندا هجن. ٻين لفظن ۾ سرمائيداري پيداواري طريقو ۾ تعلق انهن مٿان مسلط (impose) ڪيا ويا هجن. اهڙن سماجن جي انقلابي ڪايا پلٽ مزدورن ۽ هارين کي منظم ڪري ۽ انهن جي رهنمائي ۾ پيٽي بورجوازي ۽ قومي بورجوازي جو اُهو پرت جيڪو سامراج مخالف هجي، جي مدد سان نئون جمهوري يا عوامي جمهوري انقلاب آڻي ڪري ئي ممڪن آهي. پهرين مرحلي ۾ انقلابي عوامي جمهوري سڌارا (جهڙوڪ ٻاهرين سرمائي جي تسلط کي ختم ڪرڻ، زرعي سڌارا ڪري جاگيرداري ختم ڪرڻ ۽ لوڪل صنعت کي قوميائي اُن کي ترقي ڏيارڻ وغيره) ڪري قومي سرمائيداري ۽ مزدور طبقي کي وڌائي ٻي مرحلي ۾ طبقاتي جدوجهد ڪري سوشلزم قائم ڪرڻو هوندو آهي. نيم جاگيرداري- نيم بينڪيتي (Semi feudal, semi colonial) سماج جي انقلابي ڪايا پلٽ ۾ هارين جو بنيادي ڪردار هجي تو (يعني عوامي جمهوري انقلاب ۾) ۽ انقلابي ڪايا پلٽ جو واحد رستو طويل عوامي جنگ (Protracted peoples war) آهي. طويل عوامي جنگ هڪ فوجي حڪمت عملي آهي جيڪا مائوزيتنگ چيني انقلاب دوران جوڙي ۽ مارڪسي پرتشدد تبديلي جي تصور ۾ سمجهه کي اوسر ڏياري. طويل عوامي جنگ مان مراد مظلوم طبقن کي هٿيار بند ڪري دشمن سان طويل لڙائي ڪرڻ آهي. ڳوٺن کي فتح ڪري شهرن جو گهيرو ڪرڻ، انقلابي ويڙهه دوران هڪ مرحلي جي حاصلات کي (Consolidate) منظم ڪرڻ لاءِ فتح ٿيل علائقن ۾ انقلابي اڈا (Revolutionary Bases) ٺاهڻ ۽ انهن علائقن ۾ رياستي مشينري جي ڇڏيل جاءِ تي عوامي حڪومتون ٺاهي انقلابي سڌارا ڪرڻ جيئن وڏيڪ عوامي شموليت کي ممڪن بڻائي سگهجي، اهي سڀ عوامي جنگ جا بنيادي نقطا آهن. انقلابي ويڙهه دوران عوامي حڪومت ٺاهڻ ۽ هارين تي مشتمل فوج ٺاهڻ کان علاوه فتح ٿيل علائقن جي ڳوٺن ۾ عوام کي هٿياربند ڪرڻ (Peoples militias) اُهي نقطا آهن جيڪي طويل عوامي جنگ جي حڪمت عملي کي روايتي گوريلا ويڙهه ۽ گويرازم کان مختلف ڪن ٿا. اهائي طويل عوامي جنگ جي حڪمت عملي هئي جنهن جي ڪري چيني عوام جاپان ۽ ويتناميين آمريڪي سامراج جهڙن طاقتن کي شڪست ڏني. پر عوامي جنگ جي اِها حڪمت عملي عوام جي سياسي حمايت ۽ هارين ۾ تنظيم ڪاريءَ کان سوا ممڪن ناهي جيتوڻيڪ عوام جي سياسي جدوجهد ۽ عوامي هٿياربند جدوجهد مائوادي نقط نگاهه کان هڪ ٻئي کان ڪٽيل ناهن پر هڪ ئي وقت ٿيندڙ عمل بہ آهن. مثال نڪسلي ڪن علائقن تي قابض آهن تہ ڪجهه علائقن ۾ سياسي جدوجهد جي عمل ۾ آهن. بحرحال مٿي بڌايل نقط نگاهه مائوازم جو خلاصو آهي ۽ اهائي لائن چيني ڪميونسٽ پارٽي ينتي پيل ملڪن ۾ لاڳو هئي.

1991ع ۾ نيپال جي ڪميونسٽ پارٽي (يونٽي- سينٽر) پنهنجي ڪنوينشن ڪئي ۽ عوامي جنگ جي حڪمت عملي اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پر بعد ۾ ان پارٽي پارلياماني سياست جو ڏڳ ورتو جنهن ڪانپوءِ مائوادين جو هڪ ريڊيڪل ڌڙو الڳ ٿيو ۽

اُن ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) ٿاهي. 1996 ۾ ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) نيپالي رياست خلاف عوامي جنگ (People's war) شروع ڪئي. ڳوٺن اندر ۽ هارين ۾ تنظيم ڪاري ۽ هڪ حد تائين عوامي حمايت مائوادين وٽ موجود هئي ڪنهن بہ هٿياربند ويڙهہ شروع ڪرڻ جا شرط ۽ تقاضا اِهي ئي هجن ٿا. جڏهن مائوادين عوامي جنگ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪٽمنڊو (Khatmandu) نيپال جي دارلحڪومت ۾ آخري ڪليل (Open) پروگرام ڪيو تہ اُن ۾ پنجاهہ هزار ماڻهن شرڪت ڪئي. جيتوڻيڪ اِهو سچ آهي تہ مائوادين کي تڏهن ۽ ان کانپوءِ بہ حمايت ڳوٺن ۽ پٺتي پيل علائقن ۾ هئي.



بابورام ڀٽرائي

نيپال ۾ عوامي جنگ شروع ڪرڻ جي پنيان نظرياتي منطق پارٽي جي وائيس چيئرمين ۽ نظريادان بابورام ڀٽرائي (Baburam Bhatarai) جي 1998 ۾ شايع ٿيل مضمون (Politics-Economic Rationale of Peoples War in Nepal) جي دليلن ۾ انگ اکرن مان ملي ٿو جنهن جو خلاصو هيٺ ڏجي ٿو.

جڏهن سماج جا پيداواري لاڳاپا پيداواري سگهن جي اوسر ۾ رڪاوٽ بڻجي وڃن تہ اهو وقت سماجي انقلاب جو هوندو آهي. مضمون ۾ ٻڌايل آهي تہ نيپال دنيا جو ٻيون نمبر غريب ترين ملڪ آهي جتي 71 سيڪڙو آبادي غربت جي لڪير کان هيٺ زندگي گذاري ٿي، ملڪ جي اڌ ڪمائي ڏهہ سيڪڙو ماڻهن جي هٿ ۾ آهي. نوي سيڪڙو ماڻهن جو تعلق ڳوٺاڻي زندگي سان آهي ۽ 81 سيڪڙو پورهئي جي سگهہ (Labor force) زراعت سان واڳيل آهي. يعني پورهيت طبقي جي وڏي اڪثريت هاري طبقو آهي. زراعت ۾ استعمال ٿيندڙ پيداوار جا ذريعا بلڪل پٺتي پيل آهن جيئن زمين جيڪا صرف 13% سيڪڙو صحيح معنيٰ ۾ آباد آهي. ان کان علاوه اوزار بہ روايتي انداز جا آهن ۽ انهن تي هڪ سيڪڙو سيڙپڪاري آهي. سماج ٻين پاسن کان بہ تضادن ۾ ورتل آهي جهڙوڪ ذات تي ٻڌل جبر، علائقائي يا قوميتن جا تضاد، عورتن جي خراب حالت وغيره نيپال ۾ ڏهہ سيڪڙو آبادي شهري زندگي سان تعلق رکي ٿي. يعني سڄي ملڪ جي نسبت سان ڪجهہ شهري علائقا آهن جتي محدود پيماني تي صنعت ڪاري آهي جيڪا خود اسي سيڪڙو هندستاني ۽ باقي ٻي ٻاهرين سرمائي جي ڪنٽرول ۾ آهي. ٻئي پاسي نيپال ٻاهرين ملڪن خاص ڪري هندستان جي مارڪيٽ آهي. نيپال اڪثر صعنتي شيون ٻاهران يعني هندستان کان گهرائي ٿو. سياحت جي صنعت بہ ٻاهرين سرمائي جي هٿ ۾ آهي جنهن ۾ نيپال جي بورجوازي جو ڪردار ڪمپراڊور وارو آهي. مثال چار فائيو سٽار هوٽلون آهن جنهن ما

هڪ مڪمل طور هندستان جي باقي تي هندستاني ۽ نيپالي سرمائيدارن جون آهن. ٻيا ٻه گهڻا انگ اکر نيپال جي اقتصادي ۽ سماجي ڍانچي بابت ڏنل آهن. بابورام مطابق نيپال هڪ نيم- بينڪيتي ۽ نيم جاگيرداري سماج آهي ۽ اهي پيداواري تعلق ئي نيپال جي پيداوري سگهن جي اوسر ۾ رڪاوٽ آهن. نيپال جهڙي سماج ۾ سڌارن ذريعي پيداواري سگهن کي اوسر نٿي ڏياري سگهجي پر عوامي جنگ ذريعي عوامي جمهوري انقلاب آڻي ئي اهو ممڪن آهي. بابورام سامراج ۽ پنتي پيل ملڪن جو تجزيو ڪندي لکي ٿو ته "انهن سماجن ۾ جيڪي جاگيرداري کان سرمائيداري طرف سفر ڪندا هجن، سامراج سان تعلق جي ڪري انهن جا اندروني.پيداواري لاڳاپا بگاڙ جو شڪار ٿين ٿا ۽ اتي ڪمبراڊور ۽ بيوروڪريٽڪ سرمائيداري (يعني اهڙي سرمائيداري جيڪا عالمي هڪ هٽي واري سرمائيداري جي ايجنٽ جو ڪم ڪندي هجي، پيداواري سرگرمي بجاءِ مالياتي سرگرميون ڪري ٿي ۽ ابتدا ۾ ئي رياست تي دارومدار رکندي هڪي هٽي وارو ڪردار اختيار ڪري ٿي) وڌي ٿي. تنهنڪري اهو ضروري آهي ته انقلابي ڪاياپلٽ جي ذريعي سامراج سان تعلق کي ختم ڪجي ۽ اندروني پيداواري لاڳاپن ۾ هڪ انقلابي تبديلي آڻجي..... "مجموعي طور نيپال جو جاگيرداري کان سرمائيداري ڏانهن سفر سامراج سان تعلق جي ڪري رُڪيل آهي ۽ اهو پورو عمل بگاڙ جو شڪار آهي" ان تجزيي تي اسان مضمون ۾ اڳتي ضرور ڳالهائينداسين پر اهو ئي مائوادين جو نيپال جي سماج جو تجزيو جيڪو پهرين ٻه هو اچ ٻه آهي. اهو ئي منطق آهي جنهن ذريعي عوامي جنگ نيپال ۾ شروع ٿي.

مائوادي شروعات ۾ رياست لاءِ گهڻو خطرو نه هئا ۽ انهن کي گهڻو سنجيده ٻه نه ورتو ويو ٻيو ته مائوادين اُن وقت عوامي جنگ ۽ پورهيت انقلاب جو نعرو بلند ڪيو جڏهن سرمائيداري دنيا عالمي سطح تي سويت يونين جي انهدام جو جشن ملهائي رهي هئي ۽ بورجوا دانشور "تاريخ جي انت" (End of History) جي ڳالهه ڪري رهيا هئا. انهي جي باوجود نيپالي عوام جي فرسوده آئيني بادشاهت مان مايوسي ۽ بدترين استحصال جي ڪري مائوادين کي ڳوٺن اندر سٺي موٽ ملي. مائوادين جو پهريون مقصد هارين کي جاگيردارن ۽ رياستي مشينري خلاف هٿياربند ڪرڻ ۽ بينڪن، پوليس اسٽيشنن، فيڪٽرين تي حملا ڪرڻ هو ته جيئن علائقن کي آزاد ڪري انقلابي اڏا ناهي سگهجن. ٿوري عرصي ۾ رياست (جيڪا اڳ ۾ ئي ڪرپٽ ۽ بحران جي ور چڙهيل هئي) ڳوٺن اندر پنهنجو ضابطو وڃائڻ لڳي 7 سالن ۾ مائوادي نيپال جي اسي سيڪڙو علائقي کي رياستي مشنري مان آزاد ڪرايو ۽ اسٽريٽجڪ توازن (Strategic Equilibrium) جي مرحلي کي پورو ڪيو يعني ٻهراڙي جي اڪثر علائقن کي پنهنجي ضابطي ۾ ڪري چڪا هئا ۽ رياست تي قبضي لاءِ شهرن تي اهم جڳهن تي حملا آور ٿيڻ جي (Strategic Offensive) مرحلي ۾ داخل ٿيڻا هئا. اِهو مرحلو عمومي طور تمام پيچيده هجي ٿو ۽ خاص ڪري نيپال جي صورتحال ۾ مائوادين لاءِ ان مرحلي ۾ ڏاخل ٿيڻ تمام پيچده هو.

چاڪاڻ تہ نيپال فوج کي مڪمل طور آمريڪي ۽ هندستاني فوجي مدد حاصل هئي ۽ ٻهراڙي ۾ پنهنجو ضابطو وڃائڻ باوجود هو ان قابل هئي تہ فضائي ۽ ٻين طريقن سان هو مائوادين کي نقصان پهچائي سگهي ۽ ويڙهہ کي ٻهراڙي تائين محدود رکي. اهو ان ڪري بہ ممڪن هو تہ 21 هين صدي ۾ سوشلسٽ قوتون (ملڪ) ۽ منظم انداز ۾ تحريڪون موجود نہ آهن ۽ نيپال اندر آمريڪا سميت هندستان جهڙي طاقت جو دخل، فوجي ۽ معاشي مدد ۽ فاشي ڪردار موجود هو. ان کان علاوه، مائوادين جو انحصار بنيادي طور تي هاري طبقو هجي ٿو ۽ شهرن ۾ نيپال مائوادين جي گهٽي حمايت نہ هجڻ ڪري هنن لاءِ ان مرحلي ۾ داخل ٿيڻ ۽ رياست تي قبضو ڪرڻ تمام مشڪل هو.

2003ع جي ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) جي سينٽرل ڪميٽي جي دستاويز (Present Situation and our task) ۾ انهن سوالن تي بحث ٿيل آهي. دستاويز مطابق 21 صديءَ ۾ نيپالي انقلاب عالمي ڪميونسٽ تحريڪ لاءِ ۽ عالمي انقلاب لاءِ هڪ وڏو اتساهہ هوندو پر 21 هين صديءَ ۾ رياست تي قابض ٿيڻ ۽ ان کي بچائڻ نيپال جي تحريڪ اڳيان سڀ کان اهم سوال آهي. دستاويز ۾ ان صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ انقلابي تجربي جي بنياد تي ويهين صدي جي انقلابي نظرين ۽ حڪمت عملين کي تخليقي انداز ۾ نافظ ڪرڻ ۽ انهن کي اوسر ڏيارڻ تي زور ڏنل آهي. دستاويز ۾ اهو ٻڌايل آهي تہ پارٽي عارضي امن ۽ ناهہ چاهي ٿي تہ جيئن پنهنجا پير پڪڙي ويڙهہ لاءِ تيار ٿي سگهي جيتوڻيڪ ان پيچيده صورتحال ۾ "ڪاٻي ڌر جي مهم جوئي" ۽ "ساڄي ڌر واري موقعي پرستي" جهڙا لاڙا پيدا ٿي سگهن ٿا جيڪي ڳالهہ ٻولهہ کي بي مقصد يا دشمن سان ڳالهہ ٻولهہ ۽ مفاهمت ذريعي انقلاب آڻڻ جي خواهش رکن ٿا.

ان پيرائي ۾ مائوادين 2001ع ۾ عارضي جنگ بندي جو معاهدو ڪيو ۽ شهرن اندر حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي قانوني محاذن کي استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. پر مائوادين کي شهرن اندر گهٽي حمايت حاصل نہ ٿي سگهي چاڪاڻ تہ شهرن اندر ٻيون بہ ڪاٻي ڌر جون سڏار پسند پارٽيون موجود هيون جنهن جي مڊل ڪلاس ۽ ڪنهن حد تائين پورهيت طبقي تي "هيجيمني" هئي 2001ع جي آخر ۾ سامراج ۽ هندستان جي ٻئي فوجي امداد ملڻ کانپوءِ رياست ٻيهر مائوادين تي حملا آور ٿي پر ٻهراڙي ۾ مائوادين پنهنجي اثر رسوخ کي نہ صرف بحال رکيو پر وڌايو بہ. بحرحال اِن ويڙهہ نيپال کي خانہ جنگي ۾ وجهي ڇڏيو هو ۽ ان صورتحال ۾ مائوادين کي اهڙو گس نظر نہ پي آيو جنهن جي ذريعي هو اڳتي وڌي رياست تي فيصلہ ڪُن ڌڪ هڻي سگهن. جيتوڻيڪ مائو ازم طويل عوامي جنگ جي ڳالهہ ڪري ٿو يعني پوئتي هٽڻ وري حملا آور ٿيڻ جي طويل عمل کانپوءِ ئي اهڙي صورتحال پيدا ٿي سگهي ٿي جنهن ۾ رياست ٽڪجي ۽ بحران جو شڪار ٿي ۽ ائين ئي انقلاب ممڪن هجي ٿو پر نيپالي مائواسٽ قيادت جو وڏو حصو ان ڳالهہ تي قائل ٿي رهيو هو تہ ان "روايتي" طريقي سان انقلاب ممڪن نہ آهي!

2005ع ۾ تڏهن ئي صورتحال پيدا ٿي جڏهن نيپالي بادشاهہ گيانيندرا ان جواز

تحت تہ پارليامينٽ ۾ منتخب حڪومت مائوادين کي منهن نتي ڏئي سگهي ۽ هاڻ هو مائوادين سان سڌي ريت مهاڏو اٽڪائيندو. پارليامينٽ کي ختم ڪري پاڻ کي مطلق بادشاهہ ڪري ڇڏيو. ساڳئي وقت مائوادين جي قيادت خاص طور تي چيئرمين پراچندا ۽ بابورام ڀٽرائي ڀهراڙي ۾ عوامي جنگ سان گڏ شهري بغاوت کي انقلاب لاءِ لازمي قرار ڏئي رهيا هئا ۽ ان حڪمت عملي کي بعد ۾ نيپالي مائوادين "پراچندا دگ" 21 صديءَ ۾ مائوازم جي اوسر قرار ڏنو جيتوڻيڪ "پراچندا دگ" جا ٻيا پاسا بہ آهن. پارليامنٽ جي خاتمي کانپوءِ بورجوا پارٽين جو بہ بادشاهت سان تضاد ٿيو ۽ هندستان جو چين جي مقابلي ۾ بورجوا پارٽين تي هٿ هو. پر انهن تضادن اجان گهڻي شدت اختيار نہ ڪئي هئي مائوادين ان تضاد کي سمجهندي ۽ شهرن اندر پنهنجي حمايت پيدا ڪرڻ لاءِ 2005 ۾ ٺئي بورجوا پارٽين سان نئي آئين ساز اسيمبلي جي جوڙجڪ ۽ بادشاهہ جي سڌي حڪمراني جي خاتمي جي ايجنڊا تي اتحاد ڪيو. جيڪڏهن اهڙي اتحاد کي عارضي دور جي حڪمت عملي (Tactic) ڪري ڏسجي ۽ انقلاب جي پوئين حاصلاتن کي منظم ڪري وڏيڪ اڳتي وڌڻ لاءِ هڪ قدم ڪري ڏسجي تہ اها درست نظر ايندي ۽ مائواسٽ پارٽي جي لائين بہ اها هئي پر عملن مائوادي قيادت انهن اتحادن ذريعي انقلاب آڻڻ جي خواهشمند نظر اچي رهي هئي. ان جو ڀرپور اظهار 2006ع ۾ بادشاهہ خلاف شهرن اندر تحريڪ دوران ٿيو. ان تحريڪ ۽ ڳوٺن ۾ جنگ بادشاهت کي بحران ۾ وجهي ڇڏيو. جنهن کانپوءِ بادشاهہ گيانيندرا جي تڏا ويڙهہ ڪئي وئي ۽ هندستان ۽ آمريڪا جي رضامندي ۽ سربراهي ۾ مائواسٽن، بورجوا پارٽين ۽ ٻين رياستي قوتن جي وچ ۾ هڪ وڏو معاهدو (Comprehensive Peace Agreement) ٿيو. ان معاهدي ۾ اهو طئي ٿيو هو تہ مائوادي هٿياربند جدوجهد کي ختم ڪري پيپلز لبريشن آرمي (PLA) کي غير فعال ڻاهيندا ۽ هٿيار گڏيل قومن جي نگراني ۾ جمع ڪرائيندا. مستقبل ۾ پي ايل اي کي نيپال جي قومي فوج ۾ ضم ڪيو ويندو. ٻيو تہ مائوادي ڳوٺن اندر عوامي حڪومتن کي ختم ڪندا ۽ پراڻي نظام کي واپس ڪندا جيئن زميندارن کي پنهنجون زمينون واپس ڪيون وينديون. اُن جي بدلي مائوادي عارضي حڪومت جو حصو هوندا ۽ چونڊيل آئين ساز اسيمبلي ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهندا. مائوادين معاهدي تحت عمل ڪيو ۽ ان عمل جي ڪري عالمي پورهيت تحريڪ خاص طور تي مائوادي پارٽين ۾ تمام گهڻو بحث ڇڙي ويو. پراچندا ان عمل کي انقلابي ثابت ڪرڻ لاءِ جاپان جي حملي دوران مائو جي ڪومينتانگ سان معاهدي جا مثال ڏيندو رهيو آهي پر ڏٺو وڃي تہ اهو عمل مائو جي معاهدي کان تمام مختلف هو ۽ اهو غير انقلابي فيصلو نيپال جي ڪميونسٽ تحريڪ لاءِ تباهڪار ثابت ٿيو. مائو ڪومنتانگ سان عارضي طور معاهدو جاپان خلاف گڏيل مزاحمت ڪرڻ ۽ پنهنجي اثر رسوخ کي شهرن اندر وڌائڻ جي حڪمت عملي طور تہ ضرور ڪيو هو پر پوئين انقلابي حاصلاتن تان هٿ نہ کنيو هو ۽ ان ڪري ئي مائو جي حڪمت عملي ڪامياب وئي هئي. يعني دشمن سان معاهدو ڪري ان تي فاتح ۽

انقلابي عمل ۾ اڳتي تڏهن ئي وڌي سگهجي ٿو جڏهن پوئين انقلابي حاصلاتن کي منظم (Consolidate) ڪيو وڃي ۽ دشمن سان اتحاد پنهنجي نقطئہ نظر ۽ طاقت جي بنياد تي ڪجي. ان ڪان سواءِ بورجوازي پنهنجي نقطئہ نظر ۽ طاقت جي بنياد تي انقلابين کي پنهنجي ڄار ۾ ڦاسائي ڇڏي ٿو. نيپالي مائوادين بورجوازي سان معاهدو پنهنجن انقلابي حاصلاتن تان هٿ کڻي پوءِ ڪيو يعني متبادل طاقت جي ڍانچي (Alternate Power Structure) کي ختم ڪري ائين نيپالي ڪميونسٽ پارٽي هڪ روايتي ماس پارٽيءَ ۾ تبديل ٿي وئي ۽ مائوادين عوام کان انقلابي هٿيار کسي عوام کي ۽ پنهنجو پاڻ کي بورجوازيءَ جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏنو. ڇا اها موقعي پرستي هئي؟

ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) پنهنجي سينٽرل ڪميٽي جي 2003 جي دستاويز موجوده صورتحال ۽ اسان جون ذميواريون (Present Situation and our Tasks) ۾ روايتي يا ڪلاسيڪل انقلابي نظرين ۽ حڪمت عملين ۾ اوسر جي ضرورت جو اظهار ڪيو هو پر ساڳئي وقت ان خطري جي بہ نشاندهي ڪئي هئي تہ اها ضرورت ۽ گهرج اڪثر اوسر جي نالي ۾ سڌار پسندي کي جنم ڏيندي آهي جيڪا پنهنجو پاڻ کي موقعي پرستي ۾ بہ اظهاريندي آهي يا بذات خود موقعي پرستي هوندي آهي. بنيادي طور موقعي پرستي ڪنهن رد انقلابي قوت جو ايجنٽ هجڻ ناهي پر اهڙو سڌار پسند نقطئہ نظر اختيار ڪرڻ آهي جيڪو ڪنهن سياسي فرد يا پارٽي کي رد انقلابين جو ساٿاري ناهي ڇڏي.

پراچنداجي لائين بنيادي طور تي اهڙي ئي سڌار پسند لائين هئي جنهن پنهنجو پاڻ کي پوءِ جي حالتن ۾ نوس نموني سان موقعي پرستي ۾ اظهاريو.

بادشاهت جي خاتمي کانپوءِ ۽ امن جي معاهدي تحت آئين ساز اسيمبلي لاءِ 2008 ۾ چونڊون ٿيون. جيتوڻيڪ مائوادين پنهنجي انقلابي طاقت کي ختم ڪري ڇڏيو هو (جنهن جا تباهڪار نتجيا بعد ۾ ظاهر ٿيا) پر عوام جي روايتي پارٽين کان مايوسي ۽ مائوادين جي ساخ کين چونڊن ۾ ڪامياب ڪيو ائين پراچندا جمهوري نيپال جو پهريون وزيراعظم ٿيو. جيئن اسان ٻڌائي آيا آهيون تہ مائوادين جي قيادت امن جي معاهدي ۽ حڪومت ناهڻ جي عمل کي طبقاتي جدوجهد کي سماج ۽ رياست جي ادارن اندر (جهڙوڪ فوج) تيز ڪرڻ ۽ عوام کي منظم ڪري انقلابي ڪاياپلٽ جو ذريعو چوندي آئي آهي پر متبادل طاقت جي ڍانچي کي ختم ڪري ۽ غير جمهوري رياست جو حصو ٿيڻ کانپوءِ نہ اهو ممڪن هو ۽ نہ ئي قيادت جو اهو ارادو هو. قيادت (خاص ڪري سڌار پسند ڌڙو) ان ڳالهہ تي قائل ٿي وئي هئي تہ موجوده دور ۾ انقلابي ڪاياپلٽ ممڪن ناهي ۽ ماس پوليٽڪس جي ذريعي سڌارا ڪرڻ ئي تبديلي آهي. اها لائين پنهنجي انقلابي بنيادن کي ختم ڪرڻ جو بہ اظهار هئي. 2008 جي چونڊن کانپوءِ پراچندا ۽ بابورام ان لائن جو کليو اظهار ڪرڻ لڳا. نيپال ٽائمز کي انٽرويو ڏيندي بابورام ڀٽرائي چيو تہ "جڏهن اسان جاگيرداري جي خاتمي جي ڳالهہ ڪيون ٿا تہ ان جو مطلب ذاتي مالڪي

(Private Ownership) کي ختم ڪرڻ نہ آهي. اسان جو انقلاب بورجوا جمهوري انقلاب آهي. ٻين لفظن ۾ اجتماعيت (Collectivization)، ملڪيت کي سوشلائز ڪرڻ يا قوميائڻ هينئر اسان جي ايجنڊا نہ آهي. اسان سيني کي يقين ٿا ڏياريون تہ جڏهن مائوادي طاقت ۾ ايندا تہ سرمائيڪاري جي آبهوا وڌيڪ بهتر هوندي. ان بابت ڪنهن قسم جي غلط فهمي نہ هجڻ گهرجي.“ اهوئي بابورام هو جيڪو 1998 ۾ عوامي جنگ ڪري عوامي جمهوري انقلاب جي ڳالهہ ڪري رهيو هو ۽ نيم جاگيرداري نيم بينڪيتي سماج ۾ ڪنهن قسم جي سڌاري ذريعي تبديلي کي ناممڪن قرار ڏئي رهيو پر هاڻ هو بورجوا جمهوري انقلاب جهڙا اصطلاح استعمال ڪري ٿو. جيتوڻيڪ خاص حالتن ۾ بورجوا جمهوريت لاءِ وڙهڻ ضروري آهي پر ان کي انقلاب جو ذريعو سمجهڻ ۽ انقلاب جو ڏاڪو سمجهي ان کي پنهنجي طويل حڪمت عملي (Strategy) ڪري چڏڻ ۽ سياست بورجوا جمهوريت تائين محدود ڪرڻ سڌار پسندي آهي. نيپالي مائوادي بورجوا جمهوريت جي بحالي کي انقلاب جو هڪ ڏاڪو (Sub Stage) قرار ڏئي رهيا آهن ۽ ان ڳالهہ تي زور ڏئي رهيا اهن تہ نيپال کي پهرين مرحلي ۾ سرمائيداراڻي انقلاب مان گذرڻو آهي. يعني هاڻ عوامي جنگ کان عوامي جمهوري انقلاب جي وچ ۾ هڪ ٻيو مرحلو تخليق ڪيو ويو آهي اهو مائوازم جو بگاڙ آهي. اها مائوازم جي نالي ۾ سڌار پسندي ۽ ترميم پسندي آهي. 2008 ۾ پي ايل اي جي ڪمانڊرز کي خطاب ڪندي پراچنڊا چيو ”ڪالهہ جنگ جو مطلب مشين گن جهلي مرڻ يا مارڻ هو. اڄ جنگ جو مطلب دشمن سان چانهہ جي ڪوپ تي ڪچهري ڪرڻ آهي. جيتوڻيڪ جنگ مختلف ٿي لڳي پر ان جو جوهر ساڳو آهي“. پر جوهرن اها جنگ ناهي رهي. مائوادي اُن رياست ۾ رهي جمهوري ترقي پسند سڌارا ڪرڻ جي ڳالهہ ڪري رهيا هئا ۽ آهن جنهن کي هو نيم بينڪيتي ۽ غير جمهوري رياست چوندا رهيا آهن جنهن ۾ ڪنهن قسم جي بنيادي تبديلي ممڪن ناهي.

2008ع ۾ چونڊيل آئين ساز اسيمبلي کي جمهوري نيپال جو آئين تشڪيل ڏيڻ هو ۽ مائوادين کي فوجي ڇانوڻين ۾ موجود پي ايل اي گوريلن کي نيپالي فوج ۾ ضم ڪرڻ هو. جيستائين آئين جو سوال آهي تہ هو هينئر تائين مڪمل طور تشڪيل ناهي ٿيو ڇاڪاڻ تہ بورجوا رياست ۽ اسيمبلي ۾ موجود بورجوا پارٽيون اهڙي قسم جي قانون سازي ۾ رڪاوٽ وجهنديون رهيون آهن جيڪا ترقي پسند هجي. اُن جي باوجود مائوادين عورتن جي حقن لاءِ پنتي ڀيل ۽ پيڙهيل ذاتين لاءِ قانون سازي ڪئي آهي. ٻيو تہ رياست کي قانوني طور سيڪيولر ۽ جمهوري ناهيو ويو آهي. پر بنيادي رياستي ۽ سماجي ڍانچي ۾ انقلابي تبديلي آڻڻ ۾ مائوادي ڪامياب نہ ويا آهن جنهن لاءِ عوام طويل جدوجهد ڪئي هئي. سامراج ۽ لوڪل بورجوازي اهوئي چاهي پيو تہ مائوادين کي رياست ۽ بورجوا سياست جو حصو ناهي انهن جي انقلابي ڳر کي ختم ڪجي ۽ انقلابي ڪوشش کي ناڪام ڪجي جيئن هو عوام کان ويڳاڻا ٿي وڃن. هوئڻ بہ اها لينن ازم جي بنيادي سمجهہ آهي تہ بورجوا رياست کي ڊاهي پٽ ڪرڻ کانسواءِ سماج ۾ بنيادي

نوعيت جي تبديلي نٿي آڻي سگهجي. جيستائين انقلابي فوج کي ضم ڪرڻ جو سوال آهي تہ اُن عمل ۾ بہ نيپالي فوج جي ڪمانڊ مختلف قسم جون رڪاوٽون وجهندي رهي ۽ اهو عمل امن معاهدي تحت نہ ٿي سگهيو. مائوادين حڪومت ۾ اچڻ کانپوءِ پي ايل اي گوريلن کي نيپالي فوج ۾ ضم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيئن فوج جي ڪردار کي تبديلي ڪري سگهجي پر ان عمل کي آرمي چيف روڪي ڇڏيو. 2009 ۾ وزيراعظم پراچندا آرمي چيف کي برطرف ڪيو پر نيپالي صدر راجا پرساد سنگهہ جيڪو ڪانگريس ۽ ڪميونسٽ پارٽي (مارڪسٽ_ليننسٽ) جو گڏيل صدارتي ڪينڊيڊيٽ هو آرمي چيف کي ٻيهر بحال ڪري ڇڏيو جنهن کانپوءِ پراچندا استيفيٰ ڏئي حڪومت کان ٻاهر ٿيو ۽ سولين جمهوريت جي بالادستي لاءِ تحريڪ هلائڻ جو فيصلو ڪيو. 2009 ۾ هلايل تحريڪ جو مقصد ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) (جيڪا اُن ئي دور ۾ ٻين ڪميونسٽ گروهن سان ملڻ کانپوءِ گڏيل (Unified) ڪميونسٽ پارٽي (مائواسٽ) هئي). جي 2009 جي سينٽرل ڪاميٽي جي دستاويز (Present Situation and historic tasks of Proletoriate) ۾ واضح آهي تہ اها تحريڪ سولين جمهوريت جي بالادستي لاءِ ۽ صدر جي عملن خلاف ايجيٽيشن آهي. پر ان تحريڪ گهڻن پارٽي جي ماڻهن ۽ عوام جي هڪ حصي ۾ اها غلط فهمي پيدا ڪئي تہ هاڻ انقلابي ڪاياپلٽ جو وقت اچي ويو آهي. بحرحال ان مونجهاري ۽ مائوادين جي متابدل طاقت جي ڍانچي ۽ انقلابي سڌارن کي ختم ڪرڻ جي ڪري ان تحريڪ ۾ ماڻهن خاص ڪري هارين جي گهڻي موٽ نہ ملي سگهي. ڪجهہ عرصي کانپوءِ پراچندا تحريڪ جو سڏ واپس ڏنو. ساڳئي وقت پراچندا جي اهڙن سڌار پسند عملن جي ڪري پارٽي اندروني طور بہ ورهائجي چڪي هئي موهن بيديا عرف ڪامريڊ ڪرن جي سربراهي ۾ مائوادين جو ريڊيڪل ڌڙو پارٽي اندر جدوجهد ڪري رهيو هو. ان جدوجهد 2008 کانپوءِ نوس شڪل اختيار ڪئي هئي.



2011 ۾ ٻيهر ڳالهين ۽ بورجوا پارٽين جي وڏيڪ شرط مڃڻ کانپوءِ مائوادي حڪومت ۾ شامل ٿيا ۽ ان دفعي وائيس چيئرمين بابورام ڀٽرائي ملڪ جو وزيراعظم ٿيو. بورجوازي سان هڪ ٻئي معاهدي ۾ اهو طئي ٿيو تہ 19000 گوريلن مان صرف 6500 نيپالي فوج ۾ ضم ٿيندا ۽ ضم ٿيندڙ گوريلن کي بروجوا فوج جون تقاضائون جهڙوڪ عمر، تعليم وغيره پوريون

ڪرڙيون پونديون. نتيجي ۾ 6500 مان صرف 14 سئو گوريلا فوج ۾ ضم ڪيا ويا باقين کي ڪيش پئسا ڏئي سولين زندگي جو حصو ناهيو ويو. ڪجھ گوريلن پراچندا جي اهڙين پاليسين خلاف مزاحمت بہ ڪئي. 2011 ۾ حڪومت ۾ شامل ٿيڻ ڪانپوءِ مائوادين وڏيڪ بورجوازي جي شرطن تي هلڻ شروع ڪيو. مثال طور ٻهرين دور ۾ شين جي قيمتن تي ضابطو ۽ مجموعي طور معيشت کي (Regulate) ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر بعد ۾ مائوادين ان شيءَ تان بہ هٿ پٽيو ۽ نيولبرل حڪومت وانگي ملڪ کي هلايو.

سامراج سان تعلق جي حوالي سان بہ مائوادين ڪا بنيادي تبديلي نہ آندي آهي. پراچندا ۽ ٻي قيادت سرمائيڪاري جي آبهوا کي بهتر بڻائڻ جي ڳالھ ڪندا رهيا آهن. پراچندا هندستان جا دورا ڪري ڪانگريس حڪومت جون امن جي معاهدي جي حوالي ڪان مهربانيون مڃيندو رهيو آهي ۽ هندستاني سرمائيدار جي نيپال جي "ترقي" لاءِ تعاون جي ڳالھ ڪندو رهيو آهي. گڏيل ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) سي پي آئي ايم سان تعلق جوڙيا آهن ۽ هندستاني مائوادين کي هٿيار ڦٽا ڪري نيپالي رستو اختيار ڪرڻ جو چوندا رهيا آهن. اها پنهنجي پراڻي مائوادي لائن جي مڪمل نفي آهي. پراچندا هاڻ سوئيزرليند ۽ چين جي طرز تي نيپال کي ترقي ڏيارڻ جو خواهشمند آهي. پارٽي جي وائيس چيئرمين بابورام اها بہ ڳالھ ڪئي تہ هاڻ عالمي انقلاب جو دور آهي ان ڪري ٽراٽسڪي اسٽالن کان وڌيڪ اڄ جي دور ۾ (Relevant) قابل عمل آهي. ان جو مطلب اهو آهي تہ جيستائين عالمي انقلاب اچي تيستائين نيپال ۾ انقلاب ممڪن ناهي ۽ جيڪو ڪجھ مائوادي ڪري رهيا آهن اُهو ئي صحيح آهي. ان ڳالھ تي عالمي مارڪسٽ ٽينڊنسي (International Marxist Tendency) هڪ آرٽيڪل بہ شايع ڪري چڪي آهي جنهن ۾ اهو لکيو ويو آهي تہ آخرڪار مائوادين بہ ٽراٽسڪي کي مڃي ورتو! جيتوڻيڪ بابورام جي اها ڳالھ ٽراٽسڪي ازم جو بہ بگاڙ آهي!. پر اڪثر جيڪي ماڻهو رد انقلابي ٿي ويندا آهن اُهي ٽراٽسڪي کي گهٽو ڳائيندا آهن! مائوادي جيڪي عوامي جمهوري انقلاب آڏي سامراج ۽ ٻاهرين سرمائي جي استحصال جي ڳالھ ڪندا رهيا پوءِ انهن جا هندستان سان سرمائيڪاري لاءِ معاهد کين رد انقلابي لائين کي ظاهر ڪن ٿا.


پراچندا

2012 گڏيل ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) جو ريڊيڪل ۽ پراچندا جي سڌار پسند لائين تي سخت تقيدي ڌڙو پارٽي کان الڳ ٿيو ۽ اُن الڳ پارٽي ناهي جنهن جو نالو ڪميونسٽ پارٽي نيپال (مائواسٽ) آهي. تقريبن 33 سيڪڙو سينٽرل ڪاميٽي جا ميمبر، پي ايل اي جا گوريلا ۽ ٻيا هزارين ڪارڪن ان پارٽي جو حصو ٿيا ان پارٽي مائوادين جي عوامي فرنٽن ۽ عوامي حمايت کي بہ ورهائي

چڏيو. پراچندا گروپ جي 2013 جي چونڊن ۾ ناڪامي جو هڪ وڏو سبب اهو به آهي. ساڳئي ئي سال آئين ساز اسيمبلي مڪمل آئين تشڪيل ڏيڻ ڪانسواءِ مدو پورو ٿيڻ ڪانپوءِ ختم ڪئي وئي ۽ ٻين آئين ساز اسيمبلي لاءِ چونڊن جو اعلان ڪيو ويو.

نومبر 2013 جي چونڊن ۾ مائوادين جي شڪست ۽ رجعتي روايتي پارٽين جي مٿي اچڻ جا سبب مٿي بيان ڪيل تاريخ ۾ ڪنهن حد تائين ملي وڃن ٿا. پر انهن کي ٺوس نمونې پيش ڪرڻ بهتر ٿيندو. بنيادي طور تي چونڊن ۾ ناڪامي پارٽي جي عوام سان وڌندڙ ويڇاٽپ جو اظهار آهي.

سڀ کان بنيادي سبب مائوادين جو ڳوٺن اندر متبادل طاقت جي ڍانچي ختم ڪرڻ ۽ زرعي سڌارن جهڙن قدمن کي واپس ڪرڻ آهي جنهن سان عوام اُن ساڳئي سرشتي جي استحصال جو شڪار ٿيڻ لڳا ۽ بورجوازي لاءِ ڏاڍو سولو ٿي ويو ته ان جاگيرداري ۽ رجعتي عملدار شاهي کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪري ان سان مائوادين کي عوامي حمايت به گهٽ حد تائين گهٽ ٿي وئي. ٻيو ته هاري ۽ مزدور انقلابي ڪاياپلٽ لاءِ وڙهيو هو پر جڏهن مائوادين سامراج ۽ بورجوا پارٽين سان معاهدو ڪيو ۽ بعد ۾ ساڳئي نظام کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو ان عمل مظلوم طبقن کي تمام گهڻو مايوس ڪيو ۽ ڪميونسٽ سياست تي اعتماد کي ختم ڪيو. انهن عملن جيڪو پارٽي ڪيڊر تي اثر ڇڏيو ان جو احوال سينٽرل ڪاميٽي جي دستاويز "Present Situation and Historical Tasks of proletariat" ۾ سٺي طرح ٻڌايل آهي. سڀ کان پهريان ته دستاويز ۾ ان حقيقت کي مڃيو ويو آهي ته جمهوريت جي بحالي کان علاوه نيم-جاگيرداري ۽ نيم بينڪيتي سماج جي بنيادن ۾ ڪابه تبديلي نه آئي آهي. عوام جا جمهوريت، قوميت ۽ معيار زندگي سان وابسته مسئلا بنيادي طرح حل ناهن ٿيا. دستاويز ٻڌائي ٿو ته امن جي معاهدي ڪانپوءِ جڏهن پارٽي زير زمين سياست کان کليل تنظيم تي ته پارٽي جو ڪيڊر انارڪي جو شڪار ٿيو ۽ انقلابي ڊسيپلين ٽٽڻ لڳو. اهو سڀ ڪجهه پنهنجي انقلابي لائن جي نفي جو اظهار هو. ان کان علاوه، ڪميونسٽ روين جي جاءِ تي بورجوا ۽ چيني پيٽي روين جڳهه وٺڻ شروع ڪئي جهڙوڪ ڌڙي بندي، انقلابيت پسندي، ڪرپشن وغيره. ان جو ڪارڻ نظرياتي مونجهارو ۽ ٻڌي جو ٽٽڻ ته ضرور آهي پر ان سان گڏ انقلابي ويڙهه ۽ متبادل طاقت جي ڍانچي کي ختم ڪري بورجوا سياست جو حصو ٿيڻ سان انقلابي ڪيڊر جيڪو يي ايل اي ۽ عوامي حڪومتن جو ڪم سنڀالي رهيو هو اهو مايوس ۽ ويڳاڻو ٿيو ۽ بورجوا سرشتي جو حصو ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. مثال دستاويز اهو ٻڌائي ٿو ته اهي نوجوان جيڪي انقلابي ويڙهه ۾ سڀ ڪجهه قربان ڪري شامل ٿيا هئا هاڻ ويڙهه ختم ٿيڻ ۽ ان نوعيت جي تحريڪ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجي هم عمرن کي پڙهندي يا نوڪري ڪندي ڏسن ٿا ته هو به ان سرشتي جو حصو ٿيڻ چاهين ٿا. اڄ بي ايل اي جا ڪافي گوريلا يونيورسٽين ۾ پنهنجي رهيل تعليم مڪمل ڪري رهيا آهن، ڪن دڪان کوليا آهن ته وري ڪجهه گوريلن نئي ٺهيل مائواسٽ پارٽي ۾

شموليت اختيار ڪئي آهي تحريڪ جي ٽٽڻ ڪانپوءِ ڪيڊر جي سوچ ۾ عوامي موڙ تي توهان جي نعمان علي جو لکيل مضمون "نيپال جو اڌرو انقلاب" جنهن تان ان مضمون جو عنوان ورتو ويو آهي. هڪ بهترين دستاويز آهي. بنيادي طور تي اهو مضمون نعمان جي نيپال جي دوري ۾ مختلف ماڻهن سان ڪچهريءَ جو احوال (Narrative) آهي. نيپالي مائوادي پارٽي جي رد انقلابي لائن سندن انقلابي ڳر ۾ تنظيم کي ختم ڪري ڇڏيو اهو به چونڊن ۾ شڪست ۾ عوام کان ويڳاڻپ جو بنيادي سبب آهي. سڀ کان آخري ڌڪ گڏيل ڪميونسٽ پارٽي نيپال کي (مائواسٽ) تڏهن لڳو جڏهن ريڊيڪل مائوادين جو ڌڙو الڳ ٿي پارٽي جي شڪل ورتي. جنهن ڪانپوءِ انقلابي ڪيڊر جو هڪ خاص حصو پراچندا گروپ کان الڳ ٿيو ۽ عوامي حمايت به ورهائجي وئي.

اسان سمجهون ٿا ته اهي بنيادي ڪارڻ آهن جنهن ڪري مائوادي عوام کان ويڳاڻا ٿيا ۽ سندن چونڊن ۾ ناڪامي ملي. سامراج ۽ سرمائيداري قوتون ڪميونسٽ تحريڪ کي هڪ وڏي عرصي لاءِ پوئتي ڌڪڻ ۾ ڪامياب ويون.

## (2) انقلاب جا مرحلا، "پراچندادگ" ۽ ڪجهه نظرياتي نقطا

ڪامريڊ عاصم آخوند نيپال تي پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿو "جڏهن تاريخ ۾ انقلابي دور اُيرندا آهن ته اُهي پنهنجي پاڻ سان گڏ انقلابن جي منطق ڏانهن بيهر رجوع ڪرڻ جو گس ڏيندا آهن..... ڪابي ڌر جون انتهاپسند ڌريون مائواسٽ گوريلن ۽ ٻين ڪميونسٽ ڌرين تي اها تنقيد ڪن ٿيون ته توهان بورجوا يا سرمائيداري رياست جي جوڙجڪ تائين بيهي رهيا آهيو ۽ ڪميونسٽن جي اصل منزل ته سوشلزم آهي..........پر ڇا انقلاب هڪ ئي لمحي ۾ عوامي سوشلسٽ نظام جي تشڪيل ڪندو آهي يا مرحلي وار وڏيڪ سرمائيداري کي قائم ڪندي سوشلسٽ سماج جي تعمير جي مرحلي ۾ داخل ٿيندو آهي؟....... مارڪس- اينگلس سوشلسٽ نظام جي اُيرڻ ۾ مڪمل ڪاميابي جي ضمانت سرمائيداري پيداواري لاڳاپن جي نهڻ کان پوءِ ئي ڏني..... ڪامريڊ لينن جي دور ۾ سرمائيداري نظام هڪ سامراجي طاقت طور دنيا جي منڊين جي ورڇ ڪري رهيو هو. سرمائيداريءَ جي ان سامراجي تشڪيل، جيڪا اڄ تائين موجود آهي، پيٺڪيتي ملڪن ۾ خود سرمائيداريءَ جي ارتقا کي روڪي ڇڏيو آهي. ان ڪري هنن سماجن ۾ طبقاتي جدوجهد پنهنجو چٽو ۽ واضح رخ نه ٿي وٺي.

...........ايشيا جو نيپال پاڪستان جهڙن ملڪن کان به وڌيڪ ڏکي صورتحال ۾ آهي. نيپال سان ته جاگيرداري نظام، بادشاهت، هارين ۽ عورتن سان روايتي ظلم، جمهوريت نه هجڻ ۽ هندستان، چين جهڙن وڏن ملڪن جي دٻاءُ هيٺ هجڻ جهڙا معاملا آهن....... مارڪسي نقطئہ نظر رکندڙ اهو سمجهن ٿا ته نيپال ۾ ان جهڙا سماج لازمي طرح سرمائيداري دور ۾ داخل ٿيندا............ بورجوا جمهوري انقلاب جو اهو مرحلو پورهيت طبقن لاءِ ائين به لاپائتو آهي ته سماج ۾ بورجوا سرشتو طبقاتي جدوجهد کي

پراڻن دقيانوسي روايتن ۽ روين مان ڪيئي سڌي سنئين انقلابي صورت ڏيندو.“ جنهن دور ۾ ڪامريڊ عاصم آخوند هي مضمون لکيو هو اُن دور ۾ نيپال تي ڪا رائي جوڙڻ اڄ کان وڌيڪ پيچيده عمل هو. پر ڪامريڊ جي ان تجزيي سان اختلاف رکندي، ان تجزيي کي ان ڪري ڏنو آهي تہ جيئن هڪ بنيادي سوال تي بحث ڪري سگهجي جيڪو ڪامريڊ اٿاريو آهي. اُهو آهي انقلابن جي مرحلن بابت.

اهي طئي ڪرڻ تہ ڪو سماج ڪهڙن ۽ ڪهڙي نوعيت جي انقلابي مرحلن کان گذري سوشلزم تائين پهچندو ان لاءِ ضروري آهي تہ اُن سماج جي پيداواري نظام ۽ طبقاتي بيهڪ کي سمجهجي. نيپال جو هاڻوڪو تجربو پنتي پيل ملڪن ۾ انقلاب جي نوعيت بابت ويهين صديءَ جي نظرين ڏانهن رجوع ڪرڻ جو گس ڏئي ٿو. اهو صرف هڪ نظرياتي سوال نہ آهي پر عملي بہ آهي ۽ اهو سوال عملي سياست کي طئي ڪري ٿو. ڪامريڊ عاصم جنهن نقطئہ نظر جو اظهار ڪيو آهي اهو نقطئہ نظر پنتي پيل ملڪن جي ليننسٽ پارٽين جي لائن رهي آهي. ان نظرياتي سمجهہ مطابق ٽين دنيا جا پنتي پيل ملڪن جي جاگيرداري کان سرمائيداري ڏانهن فطري اوسر سامراجي تسلط جي ڪري رڪيل آهي ۽ اهڙن سماجن کي اجان چٽادار سرمائيداري جي تشڪيل جي عمل مان گذرڻو آهي تڏهن ئي اُتي سوشلزم جي تعمير ممڪن آهي. ڇاڪاڻ تہ جيئن عاصم چيو، مارڪس ۽ اينگلس سوشلزم جي اُسرڻ ۽ بچڻ جي ضمانت سرمائيداري پيداواري لاڳاپن جي نهڻ کانپوءِ ئي ڏني هئي. اها ڳالهہ درست آهي تہ سوشلزم تڏهن ئي اُيري ۽ اُسري سگهي ٿو جڏهن سرمائيداري معيشت ۽ لاڳاپا پڇي راس ٿين، ۽ پورهيو سماجي شڪل (Socialize) اختيار ڪري پر ان جي مالڪي انفرادي هجي ۽ ان ڪري اهڙو طبقو پيدا ٿئي جيڪو ذاتي ملڪيت جي نفي هجي. پيو تہ سوشلزم جي تعمير ۽ بچڻ لاءِ پيداواري سگهن جي خاص حد تائين اُسريل شڪل بہ ضروري آهي. پنتي پيل ملڪن ۾ منفرد ۽ پيچيده صورتحال انقلاب جي مختلف نظرين کي جنم ڏنو. سڀ کان اهم سوال پنتي پيل ملڪن جي ڪميونسٽن لاءِ اهو هو تہ ڪهڙي طرح اڻ اُسريل سرمائيداري سماج کي سوشلزم ڏانهن وٺي وڃجي. يا اهڙن سماجن ۾ ڪهڙي مرحلن کان گذري سوشلزم تائين پهچي سگهجي ٿو. روسي انقلاب کانپوءِ لينن ۽ ڪميونسٽ انٽرنيشنل پنتي پيل ملڪن يعني بيڪيتن ۾ هلندڙ بورجوا قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي حمايت ڪئي، ان منطق سان تہ انهن ملڪن ۾ وڏي پيماني تي هاري طبقو آهي ۽ پرولتاري طبقو نہ هجڻ جي برابر آهي ۽ نئون اُسريل قومي بورجوازي سامراج سان قومي آزادي لاءِ وڙهي رهيو آهي. اهڙن ملڪن ۾ في الحال قومي جمهوري انقلاب ئي ممڪن آهي يعني قومي بورجوازي مختلف پيٺ طبقن جي شموليت سان سامراج کان آزادي، جاگيرداري جو خاتمو ۽ سيڪيولر قومي رياست جي تشڪيل. اهڙن ملڪن جي ڪميونسٽن کي هاري ۽ ننڍي پيماني تي موجود مزدور طبقي کي منظم ڪري ان ويڙهہ ۾

شامل ٿيٺو آهي. ساڳئي وقت لينن ان ڳالهه تي واضح هو تہ ڪميونسٽن کي بورجوازي جي مختلف وقتن سان سامراج سان مفاهمت واري عمل تي بہ تنقيدي ٿيٺو آهي ۽ ان ويڙهہ ۾ تڏهن شامل ٿيٺو آهي جڏهن اها تحريڪ حقيقي معنيٰ ۾ انقلابي هجي. ان سان گڏ لينن هڪ ٻئي ڳالهہ جي بہ نشاندهي ڪري ٿو تہ انهن پٺتي پيل ملڪن ۾ سرمائيداري انقلاب کان گذرڻ کانسواءِ ئي سوشلزم ڏانهن وڌي سگهجي ٿو جيڪڏهن انهن ملڪن جو هاري طبقو ڪميونسٽن جي سربراهيءَ ۾ اولهہ ۽ سوويت يونين جي مزدور سان اتحاد جوڙي ٿو ۽ ڪميونسٽ جيڪڏهن وسيع حلقي تي پنهنجو اثر رسوخ قائم ڪن ٿا. لينن جي لفظن ۾ "ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ هر قومي تحريڪ بورجوا جمهوري تحريڪ ئي ٿي سگهي ٿي ڇاڪاڻ تہ پٺتي پيل ملڪن ۾ وڏو انگ هاري طبقي جو آهي جيڪو سرمائيداري لاڳاپن جي نمائندگي ڪري ٿو..........پر اتي هڪ اختلاف اڀري ٿو تہ جيڪڏهن اسان پهرين مرحلي ۾) بورجوا جمهوري تحريڪ جي ڳالهہ ڪيون ٿا تہ پوءِ هڪ انقلابي تحريڪ ۽ سڌار پسند تحريڪ ۾ فرق ختم ٿي ويو............. اسان اهو طئي ڪيو آهي تہ ان فرق کي ضرور نظر ۾ رکٺو آهي ۽ هر موقعي تي لفظ "بورجوا - مهوري" جي بجاءِ "قومي جمهوري" کي ڪتب آڻٺو آهي. ان تبديلي جي معنيٰ اها آهي تہ اسان ڪميونسٽ بورجوا آزاديءَ جي تحريڪ جي حمايت تڏهن ئي ڪنداسين جڏهن اها واقعي ۾ انقلابي هجي ۽ جڏهن بورجوازي قومي تحريڪ جا حامي اسان جي ڪم ۾ رڪاوٽ نہ وجهن جيڪڏهن اهڙيون حالتون موجود ناهن, تہ ڪميونسٽ سڌار پسند قومي بورجوازي خلاف ضرور ويڙهہ ڪن" لينن وڌيڪ لکي ٿو "ڪميونسٽ انٽرنيشنل ان موقف کي اڳتي وڌائي ۽ نظرياتي طور (Theoretically) ثابت ڪري تہ اسريل ملڪن جي پرولتاري طبقي جي حمايت ۽ مدد سان پٺتي پيل ملڪ سوويت نظام ۾ سرمائيداري جي ڏاڪي ۾ داخل ٿيڻ بجاءِ تبديل ٿي سگهن ٿا." (The report of the Commission on the National and Colonial Questions) پر مجموعي طور لينن ۽ ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ٿيسز اها هئي جنهن جو اسان ذڪر پهريا ڪري آيا آهيون. بنيادي طور تي انهن ڏينهن ۾ لينن جو موقف (ان دور جي عالمي صورتحال جي نسبت سان) اهو هو تہ عالمي طور ڪميونسٽن کي اهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ گهرجي جنهن سان اولهہ جي پرولتاريہ ۽ پٺتي پيل ملڪن جي قومي آزادي جي تحريڪن (جنهن جي سربراهي اڪثر اتان جو قومي بورجوازي ڪري رهيو هو) کي سوويت يونين جي انقلاب سان سامراج مخالفت جي ايجنڊا تي جوڙجي ائين ئي نہ صرف سوويت انقلاب کي سامراجي يلغار کان بچائي سگهجي ٿو پر سامراج کي بہ شڪست ڏئي سگهجي ٿي. لينن قومي بورجوازي جي ترقي پسند ڪردار جي ڳالهہ ڪري ٿو پر ساڳئي وقت ان جي حمايت جا ڪجهہ شرط بہ رکي ٿو ۽ مختلف امڪانن جي نشاندهي ڪري ٿو. بنيادي طور تي لينن پنهنجي ڏنل ٿيسز کي ڪو سخت قانون نٿو سمجهي پر عمومي موقف

ڪري ڏسي ٿو جنهن جي ڪسوٽي تاريخي عمل هو ۽ آهي. لينن اها ڳالهه بہ واضح ڪري ٿو تہ جمهوري ڪاپلٽ ڪانپوءِ ڪميونسٽن کي ٻين مرحلي ۾ طبقاتي جدوجهد ڪري سوشلزم لاءِ وڙهڻو آهي. جمهوري انقلاب مان مراد صرف سياسي جمهوريت نہ آهي پر سامراج کان آزادي، جاگيرداري ملڪيتي لاڳاپن جو خاتمو قومي رياست جي تشڪيل آهي. ان نقطئہ نظر جون جهلڪيون ڪامريڊعاصم جي مضمون ۾ ملن ٿيون.ٻينڪيتي ملڪن ۾ ڪميونسٽن قومي تحريڪن ۾ حصو ورتو ۽ ساڳئي وقت هارين ۽ مزدورن کي بہ منظم ڪيو ان منطق سان تہ پهريان سامراج کان آزادي، جاگيرداري لاڳاپن جي خاتمي ۽ سرمائيداري انقلاب جو دور آهي. ٻين عالمي جنگ ڪانپوءِ ٻينڪيتن کي آزادي ملي ۽ اُتي قومي رياستن جي نهڻ جو عمل شروع ٿيو پر آزاديءَ ڪانپوءِ هڪ نئي قسم جي پيچيده صورتحال پيدا ٿي جنهن ۾ نئي طبقاتي اتحاد جنم ورتو. قومي بورجوازي سامراج کان سياسي آزادي کان اڳتي نہ وڌيو ۽ پيداواري سگهن جي اڻ اُسريل حالت ۽ هاري بغاوتن کي متهن ڏيڻ لاءِ سامراج سان معاشي اتحاد ۽ پنهنجي جاگيردار طبقي کي هڪ حد تائين ڏڪ هڻڻ ڪانپوءِ ان سان بہ اتحاد ڪيائين مثال هندستان جي بورجوازي آزاديءَ ڪانپوءِ سيڪيولر جمهوريت. زرعي سڌارن ۽ عالمي طور اڻ ڏرائتي ڪردار ادا ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اهو سڀ ڪجهہ عالمي ۽ ڏيهي ڪميونسٽ سياست جي دٻاءَ ۽ پنهنجي مفادن پٽاندڙ هو. پر پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ هندستاني بورجوازي انقلابي زرعي سڌارن تان هٿ ڪنيو ۽ بعد ۾ گرين انقلاب جي نالي ۾ جاگيرداري (زرعي سرمائيدار) سان معاشي ۽ سياسي اتحاد ڪيو. ان ئي ڏهاڪي ۾ آمريڪي معاشي مداخلت بہ وڌي جيتوڻيڪ لوڪل صنعت جي مفادن کي بچائڻ لاءِ رياست جي مداخلت موجود هئي ۽ عالمي طور اڻ ڏرائتي سياسي پاليسي جي ڪري هندستان جا سويت يونين سان بہ سٺا تعلق هئا پر سرمائيداري انقلاب ۽ سامراج کان معاشي آزادي ممڪن نہ ٿي سگهي (ممڪن هئي بہ نہ) ان نئي پيچيده صورتحال ۾ ڪميونسٽن (لينن وادي) وٽ انقلاب جو ۽ پيداواري لاڳپن جو نوس نقطئہ نظر موجود نہ هو. پهرين دور ۾ نئي نهيل قومي رياست خلاف انقلابي جدوجهد ذريعي سوشلزم آڻڻ ۽ بعد ۾ ٻيهر لينن جي قومي بورجوازي واري ٿيسز کي بحال ڪيو وير ۽ ڪميونسٽن ٻيهر اها ڳالهہ ڪئي تہ ٻينڪيتي ملڪن ۾ اڃا سرمائيداري قومي جمهوري انقلاب جي ضرورت آهي. سويت يونين بہ نهرو ناصر سوئيڪارنو وغيره جي حڪومتن کي ترقي پسند بورجوا رياستون چوندي رهي. اها صورتحال صرف هندستان تائين محدود نہ هئي جتي سي پي آئي قومي جمهوريت جي نالي ۾ بورجوا پارليامينٽ ۽ ٻين ماس طريقن کي استعمال ڪيو پر انڊونيشيا ۾ ڪميونسٽن جو سوئيڪارنو سان اتحاد. پاڪستان ۾ قوم پرستن سان اتحاد ۽ پنجاهہ ۽ سٺ واري ڏهاڪي ۾ عرب دنيا اندر ناصر ۽ ٻين حڪومتن کي ترقي پسند قرار ڏيڻ ان ۾ شامل آهن. سٺ واري ڏهاڪي ۾ ترميم پسند خروشيف تہ

ان ڪان بہ اڳتي ويو ۽ اها لائن اڳيان ڪيائين تہ ترقي پسند بورجوا حڪومتون غير سرمائيداراڻي ترقي جي رستي (Non Capitalist Path of development) تي هلي رهيون آهن ۽ انهن ملڪن جا ڪميونسٽ اهڙن حڪومتن سان اتحاد ۾ قومي جمهوريت ناهي قانوني طريقي سان سوشلزم ڏانهن وڏي سگهن ٿيون (peaceful transaction to socialism) انڊونشيا جي ڪميونسٽ پارٽي تہ اها ڳالهہ بہ ڪئي تہ رياست ۾ ترقي پسند عنصر ۽ رد انقلابي عنصر ٻئي موجود آهن ۽ انقلابي عنصرن کي وڌائي سوشلزم آڻي سگهجي ٿو. انڊونشيا جي ڪميونسٽ پارٽي جي چيئرمين (Aidit) جي لفظن ۾ "انڊونيشيا ۾ هاڻ مسئلو رياست کي ڊاهي پٽ ڪرڻ (Smash) جو ناهي پر رياست جي عوام دوست پاسي کي سگهارو ڪرڻ ۽ عوام دشمن پاسي کي ختم ڪرڻ جو آهي." 65 ۾ سهارتو جي ٿي اچڻ ۽ غير ڪميونسٽ ملڪ جي سڀ کان وڏي ڪميونسٽ پارٽي جي لکين ڪارڪنن ۽ اڳواڻن جي ڪوس جو وڏو سبب اهڙو نقطئہ نظر هو. ائين سويت يونين جي اثر هيٺ ڪميونسٽ پارٽين کي هر ملڪ ۾ تمام گهڻو نقصان رسيو. ٻئي پاسي عوامي جمهوري چين ۽ ان جو مائوادي نقطئہ نظر هو جنهن جو جنم هاري سماج ۾ هلندڙ قومي آزادي جي تحريڪ ۽ لينن جي قومي بورجوازيءَ جي ٿيسز جي ڪوتن تي عملي تنقيد جي نتيجي ۾ ٿيو. جن امڪانن جي لينن نشاندهي ڪئي انهن گهڻي ڀاڱي پاڻ کي چين جي تحريڪ ۾ ظاهر ڪيو. مائوادي نقط نظر کي اسان بيان ڪري آيا آهيون.

ان سڄي تاريخي پس منظر ڏيڻ ڪانپوءِ اسان "پراچندا دڳ"تي مختصر بحث ڪنداسين ۽ ان دعوي جو جائزو وٺنداسين تہ "پراچندا دڳ" 21 صديءَ ۾ مارڪسزم جي اوسر ۽ انقلاب ڏانهن نئون نقطئہ نظر آهي.

2006 ڪانپوءِ نيپال جي مائوادين جيڪو دڳ ورتو آهي ۽ بورجوا رياست جو حصو ٿي سرمائيداراڻي انقلاب جي ڳالهہ ڪري رهيا آهن بنيادي طور تي اها پراڻي سڌار پسند لائن آهي جنهن جون حدون ڏسي آيا آهيون ۽ ان لائن تي مائوادي ماضي ۾ پاڻ تنقيدي رهيا آهن. اهو انقلاب جو نئون مارڪسي نقطئہ نظر نہ آهي. جيئن اسان چئي آيا آهيون تہ ترميم پسندي اُن دور ۾ ايرندي آهي جڏهن عمل ۾ پيچيده صورتحال ايري جيڪا روايتي نقطئہ نظر تي سوال اٿاري ۽ اوسر جي گهر ڪري. اهڙي صورتحال ۾ اهي معروضي ۽ موضوعي حالتون هونديون آهن جيڪي اوسر يا ترميم پسندي ڏانهن وٺي ويندڙيون آهن. نئي ٿاهڻ جي ضرورت ڪڏهن اهڙن شين کي جنم ڏيندي آهي جيڪا ڏيک ۾ تہ نئين پر جوهر ۾ پراڻ جو بہ بگاڙ هونديون آهن. جديد دور ۾ هلندڙ مائوادي تحريڪون, جن جو بنيادي ڳوٺ ۽ هاري طبقو آهي, بندگي ۾ هلي رهيون آهن. جديد رياستن ۾ جتي شهري سماج ۽ پرولتاري طبقي جو خاص تعداد موجود آهي اُتي مائوادي تحريڪون هڪ حد کان اڳتي ناهن وڌي رهيون. ها ان ۾ عالمي طور سوشلسٽ تحريڪ جو بہ ڪمزور هجڻ بہ هڪ اهم سبب آهي پر اڄ جي دور ۾ اهو سوال ضرور ايري ٿو تہ ڇا

جديد سرمائيداري سماجن ۾ چيني سماج جهڙي زرعي معاشري ۾ جتي ڪابه مضبوط مرڪزي رياست نه هئي. لاڳو ڪيل حڪمت عمليون ڪامياب ٿي سگهن ٿيون؟. ڇا واقعي اڄ جا پنتي پيل ملڪ نيم جاگيرداري سماج آهن؟ اهڙن قسمن جي سوالن پراچندا دگ کي جنم ڏنو جيڪو مارڪسزم جي اوسر نه پر سڌار پسند رستو آهي. ”پراچندا دگ“ جي بين پاسن کي اسان مضمون جي طوالت ۽ موضوع جي مخصوصيت کي نظر ۾ رکندي ڪنهن ٻئي مضمون لاءِ ڇڏيون ٿا.

نيپال جي صورتحال تي جائزو وٺڻ جي نسبت سان آسان ويهين صديءَ جي مارڪسزم جو پنتي پيل ملڪن جي ڪاياپلٽ ۽ انقلاب جي مرحلن جي نقطئه نظر تي بحث ڪيو ۽ ان جي عملي حدن تي به نظر وڌي. ان سڄي بحث جو اسان نتيجو اهو ڪڍي سگهون ٿا ته ويهين صديءَ ۾ لينني ۽ مائوادي نقطئه نظر کي گهرائي ۾ ڏسڻ جي ضرورت آهي. جيئن اسان چئي آيا آهيون ته ڪنهن به سماج جي ڪاياپلٽ يا انقلاب جو نقطه نظر جوڙڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته ان سماج جي پيداواري نظام کي سمجهجي. ان ڪري اهو ڏسڻ ضروري آهي ته ڇا واقعي ٽين دنيا جا سماج اڃان سرمائيداري انقلاب مان گذرڻا آهن اُتي سرمائيداري لاڳاپا جاگيرداري سرشتي سان گڏ زنده آهي؟. لينن اسٽالن ۽ مائواسٽن جو نقطه نظر اهوئي آهي ته انهن ملڪن ۾ جاگيرداري ملڪيتي لاڳاپا اُڻ اُسريل سرمائيداري سان گڏ موجود آهن ان ڪري سرمائيداري اوسر جو ڏاڪو اڃان باقي آهي. اسان سمجهون ٿا ته 1970 واري دور ۾ ارجينٽينا جي مارڪسوادي آرنيسٽو لاڪلاؤ (Ernesto Laclau) جي مضمون (Transition from Feudalism to Capitalism in Latin America) جي شايع ٿيڻ ڪانپوءِ هندستان جي نسبت سان جنم وٺندڙ بحث ۽ اُن ڪانپوءِ جي اوسر ان پيرائي ۾ تمام مددگار ٿي سگهي ٿي. اُن ئي دور ۾ پاڪستان جي عظيم مارڪسي دانشور حمزه علوي ان موضوع تي ڪجهه مضمون لکيا جيڪي آئون سمجهان ٿو ته ان مسئلي کي گهٽي پاڙي حل ڪن ٿا. مختصرن حمزه علوي مطابق بينڪيتي ۽ جديد بينڪيتي ملڪن ۾ سرمائيداري پيداواري سرشتي جون عمومي خاصيتون سڀ موجود آهن پر اهي بگڙيل (Deformed) انداز ۾ موجود آهن جنهن ڪري هتان جي سماجن جي پيداواري نظام کي جاگيرداري سرشتو نٿو چئي سگهجي پر خالص سرمائيداري جو اصطلاح به هتان جي مخصوصيت تي پورو نٿو لهي. ٻين لفظن ۾ هي بينڪيتي سرمائيداري آهي جيڪا عمومي سرمائيداراڻيون خاصيتون رکندي ڪجهه مخصوص خاصيتون به رکي ٿي. ائين هتي سرمائيداري انقلاب بينڪيتي دور ۾ جديد رياست ۽ سرمائيداري لاڳاپن جي نهڻ جي وقت اڳي چڪو هو. اهو انقلاب يورپ جي پيٽ ۾ ٻئي تناظر ۾ آيو تنهن ڪري اهو يورپ کان مختلف هو ۽ ان کي يورپ جي تناظر ۾ ڏسڻ يا يورپ جهڙي سرمائيداري جي اُسرڻ جي خواهش ڪرڻ بلڪل غلط آهي.

بحرحال ان معاملي تي عمومي ۽ ابتدائي راءِ ڏيڻ کانپوءِ اسان ان کي ڪليو ڇڏيون ٿا جيئن ان تي وڌيڪ تز انداز ۾ بحث تي سگهي ۽ اسان انقلاب جي نوعيت ۽ پنهنجي سماج بابت ڪو نوس موقف جوڙي سگهون.

(3) تَتُ

مارڪس جنهن بنيادي تضاد. سرمائي ۽ پورهئي جي تضاد جي ڳالهہ ڪئي هئي ۽ ان تضاد جي ڪري سوشلزم جي قيام کي تاريخ جي لازميت قرار ڏنو هو اهو تضاد اڄ بہ جديد دور ۾ موجود آهي ۽ سرمائيداري جو ڳر آهي. يورپ. ايشيا. لاطيني آمريڪا ۽ عرب دنيا ۾ سرمائيداري خلاف ڪٿي خودرو ۽ ڪٿي شعوري مزاحمتون ان تضاد جو ثي ڏس ڏين ٿيون ۽ طبقاتي جدوجهد جي قانون جي افاديت بڌائين ٿيون. نيپال جي انقلاب ۽ پوءِ ان جي پوئتي پوڻ جي عمل کي بہ ان پيرائي ۾ ڏسڻ گهرجي. نيپال ۽ لاطيني آمريڪا ۾ سرمائيداري سماجن جي ڪاياپلٽ لاءِ انقلابي تحريڪون 21 صديءَ ۾ ردانقلابي دور. (جتي سرمائيداري قوتون پورهيت طبقي تي حملي آور آهن) جي خاتمي لاءِ ابتدائي ڪوششون آهن. انهن تحريڪن جا مادي بنياد سرمائيداري سماج ۾ موجود آهن. سرمائي ۽ پورهئي جو تضاد ۽ نتيجي طور پيدا ٿيندر خودرو مزاحمتون هڪ پاسي اهڙن انقلابي تحريڪن لاءِ راهہ هموار ڪري رهيون آهن ۽ ٻئي پاسي فڪر جي ميدان ۾ بہ ماڻهن کي مارڪسزم ڏانهن رجوع ڪرڻ تي مجبور ڪري رهيون آهن. اسان سمجهون ٿا تہ رد انقلابي دور جو انقلابي دور ۾ تبديل ٿيڻ هڪ پيچيده جدلياتي سلسلو آهي جنهن ۾ ڪاميابين ۽ ناڪامين جو عمل شامل آهي. خودرو پورهيت طبقي جون بغاوتون. مارڪسي نظريي ۽ پارٽين جي تشڪيل ڏانهن موٽ ۽ نتيجي طور ابتدائي انقلابي ڪوششون (Attempts) عالمي طور هڪڙا اهڙا ارتقا جا ڏاڪا آهن جيڪي انقلابي دور جو ڏس ڏين ٿا. اهي ٿئي پاسا هڪ ٻئي تي بہ لازمي طور تنقيدي ٿيندا. انقلابي دور جي اڳڪٿي صرف موضوعي خواهش نہ آهي پر 90 کان پوءِ پيدا ٿيندڙ رد انقلابي حالتن کانپوءِ جنم وٺندڙ موجوده صورتحال ۽ جدلياتي علم جي ساڃاهہ اهو ٻڌائي ٿي تہ نفي جي نفي ٿيڻي آهي. ۽ اهو ڪائناتي اصول آهي.

- ”جدليات اهو علم اهي جيڪو ٻڌائي ٿو تہ متضاد شيون ڪيئن ۽ ڇو هڪ ٻڻجي ويندیون آهن. اُهي ڪهڙا بنياد آهن جيڪي انهن متضاد شين کي هڪ ٻڻائين ٿا ۽ جن بنيادن تي اهي متضاد شيون هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿين ٿيون ۽ انساني ذهن کي ڇو انهن تضادن کي الڳ ۽ بينل سمجهڻ بجاءِ جيئرو. ڇُرندڙ پُرندڙ پنهنجي ضد ۾ تبديل ٿيندڙ ۽ حالتن تي آڌاريل حقيقتن طور ڏسڻ کپي.“

*(لينن)*

نظرياتي ادب

# مابعد جديديت (حصو پيو)

***اعجاز احمد/ آزاد ماڇي***

پاڻ ڏٺو تہ اسان مابعد جديديت کي ٽي مختلف طريقن سان سمجهي سگهون ٿا:

سرمائيداري جي بنيادن ۾ ترڪيبي تبديلين (Structural Changes) جي تناظر ۾ جن مجموعي طور تي لڳ ڀڳ گذريل سٺ (60) سالن کان جڙ پڪڙي آهي ۽ کهڙي طريقي سان انهن تبديلين جي آمريڪا ۽ فرانس اندر سمجهہ پيدا ڪئي وئي آهي.

ٻيو هڪ فلسفياڻي ٻيهڪ طور جيڪا مابعد جديديت وارا دانشور روشن خيالي ۽ ان سان لاڳاپيل ٻين نظرين خاص الخاص مارڪسي فڪر ۽ اشتراڪي سياست جي خلاف رکندا آهن.

ٽيون، سياسي عمل، تنظيمي، قانونن ۽ نظرياتي دعوين طور جيڪي مارڪسزم ۽ اشتراڪيت جي خلاف آهن ۽ جيڪي معروضي طور تي مابعد جديد فلسفياڻي ٻيهڪ سان واسطو رکن ٿا (غير عقلي مقاميت ۽ لسانيت، پرڏيهي پئسي تي پلجندڙ اين جي اوز جو اڀار ۽ نالي جون سماجي تحريڪون ۽ سول سوسائٽي جون تنظيمون وغيره ان جا واضح مثال آهن)

انڊيا ۾ مابعد جديديت مختلف ذريعن سان مٿين ٽيني صورتن ۾ داخل ٿي آهي.

## پهريون حصو

جديديت ۽ مابعد جديديت ۾ فرق ڪرڻ جي خصوصي مقصد لاءِ اسان انڊيا جي آزادي کان پوءِ واري دور کي ٽن حصن ۾ ورهائينداسين. اسان گهڻو بحث پهرين حصي تي ڪنداسين 1947ع کان 1970ع واري ڏهاڪي جي شروعات تائين جي پهرئين دور کي نهرو جو دور (Nehruvian paradigm) چئي سگهجي ٿو. جنهن ۾ لاهن چاڙهن کانپوءِ آخرڪار ادارن کي قوميائڻ جي لهر، "غريبي هٽائو" جهڙا نعرا، بنگلاديش جنگ ۾ فتح وغيره سڀ حقيقت ۾ ان دور جي وڌندڙ بحران کي لڪائڻ طور استعمال ڪيل حِڪمت عمليون هيون. هي اهو دور آهي جنهن ۾ حڪمران جاگيردار ۽ سرمائيدار جي وچ ۾ اتحاد پيدا ڪيو ويو ۽ ان کي سگهارو بڻايو ويو پر ان لاءِ نهروئي رياست پاران رهنمائي ۽ حد بنديون طئي ڪيون ويون. لڳ ڀڳ پندرهن (15) سال رياست تي اهي اڳواڻ قابض رهيا جن انگريز کان آزادي جي تحريڪ جي سرواڻي تي ڪئي ۽ ان ڪري ئي کين تمام گهڻو اختيار ۽ جواز مليل هيو. اهوئي سبب آهي جو اهي حڪمران، اتحاد تي هڪ قسم جو طبقاتي ٺاهہ مڙهي سگهيا. ان طبقاتي ٺاهہ ۾ بونا پارٽسٽ رياست جو اهم عنصر

شامل هيو جنهن حڪمرانن کي پنهنجا مقصد پئي سمجهايا. ايرندڙ سرمائيدار کي اهو سمجهايو ٿي ويو تہ هن کي ڪافي وقت لاءِ رياست جي سرپرستي هيٺ رهڻو پوندو جنهن ۾ رياست طرفان تحقيقي ۽ سائنسي، ادارن جي ترقي ٿيڻي هوندي جنهن جي ذاتي انڊسٽري جي مالڪن کي نيٺ ضرورت پوندي ۽ ان کان علاوه رياستي تعليمي نظام، رياستي ريڊيو ۽ ميڊيا جا ذريعا پڻ پئدا ڪندي جيڪي سڌار پسند رياست جي نظرئي کي تحفظ ڏين مختصر طور اهو رياستي سرپرستي ۾ سرمائيداري جي ترقي، وڏي پيماني تي زرعي ۽ پٽ تي پيل ڪينيسين (Keynsion) سرمائيداري ۽ سوشل ڊيمو ڪريسي جو انتظام هيو. اهڙي طرح سان ڳوٺن جي زميندار طبقن کي ڪنهن حد تائين زرعي سڌارا قبول ڪرڻ لاءِ قائل ڪيو ويو هيو تہ جيئن پراڻين وڏين جاگيرن، امير هارين ۽ نيم شهري ڏنڊا ڪندڙن جي جاءِ تي ڏاڪي بہ ڏاڪي نئين زرعي سرمائيدار طبقي کي پيدا ڪري سگهجي. زمين جي ورهاست محدود ڪئي وئي هئي ۽ ان سان گڏ سبز انقلاب جي حڪمت عملي اختيار ڪئي وئي، انهن سمورين پاليسين جو مقصد سرمائيداراڻي زراعت کي اپارڻ هيو.

سماجي لحاظ کان انڊيا سڀ کان وڌيڪ جدا جدا سماجن جو امتزاج آهي، جنهن ۾ مختلف ٻوليون، مقامي ۽ علاقائي رواج، ذاتين ۽ قبيلن جون پيچيدگيون، عقيدن جا نظام (نالي چڙهيا مذهب). موسيقي ۽ مختلف فن رکندڙ ماڻهو رهن ٿا. انڊيا پنهنجي ان جڙاءُ جي ڪري مابعد جديديت جي شناخت واري سياست جي بينر هيٺ منظم ڪئي ويندڙ ورهاست ۽ ڇڙواڳي ڏانهن خاص طور مائل آهي. آزادي ڪانپوءِ جي شروع وارن سالن ۾ پڻ انڊيا فوجي ۽ معاشي طور ڪمزور هيو ۽ اهڙي طرح اهم سامراجي طاقتن جي هٿ هيٺ ئي رهيو. اهوئي تناظر آهي جنهن ۾ رياست جي نظرياتي جڙاءُ ۾ مسـ ـدر قانوني طور ذات پات جو خاتمو ۽ سيڪيولرزم ۽ پرڏيهي تعلقن ۾ غير جانبداريت "Non Alignment" مرڪزي حيثيت حاصل ڪئي. ان ۾ اهم خيال "قومي" هيو. جنهن جو مقصد ٻهريون تہ سيني اندروني ورڇن تي قابو پائيندڙ قومي ٻڌي جو خيال هيو جيڪو فرقيوارڻ ڪوشش کي سيڪيولرزم سان روڪي ۽ ذات جي مٽيرائپ کي آئيني، قانوني ۽ سماجي سڌارن سان گڏوگڏ رياست پاران تاريخ جي تلافي جي پروگرامن ذريعي حاصل ڪري سگهجي. ٻيو تہ پرڏيهي طور غير جانبداريت کي دنيا جي فيصلاڪن طاقتن جي تعلق ۾ انڊيا جي آزادي جي پڌرنامي طور ڏٺو ويو.

اسان هن عرصي کي خاص طور اهو دور ڄاڻائي سگهون ٿا جنهن ۾ انڊيا ۾ جديديت تي تمام گهڻو اتفاق هيو. قومي رياست بينڪيتي رياست کان بلڪل مختلف هئي. بينڪيتي رياست جي ڦرلٽ ڪانپوءِ سماج کي جديد بڻائڻ ۾ رياست جو اهم ڪردار، مذهبي خصوصيت کان مٿانهون سيڪيولرزم جو ڪردار جنهن کي رياست بنيادي قومي پلائي قرار ڏنو چونڊن جي ميدان ۾ نظرين کان مٿانهون اهم سياسي ڍانچو (جنهن ۾ ڪانگـ ـس نمايان هئي ان کان علاوه ڪميونسٽ سوشلسٽ ۽ آر ايس ايس

وغيره بہ هئا)، هي اهم شيون آهن جن تي تمام گهڻو اتفاق هيو.

هن دور جي باري ۾ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ چئي سگهجي ٿو پر پهرئين مرحلي جي هي مخصوص سمجهہ (ائين ڪٺي چئجي تہ آزادي کان ايمرجنسي تائين جو وچ وارو عرصو جنهن کي انڊيا جي جديديت وارو مرحلو چئي سگهجي ٿو) اسان کي اهو سمجهڻ ۾ مدد ڪري ٿي تہ الف: انڊيا جي اينگلو- آمريڪن دانشورن، عام طور نيو لبرلس، انڊيا جي ٽوٽي اولهہ وارن هندو فرقيواريت پسندن (جيڪي گانڌي جي ڪجهہ حصن جي ورثي کي تہ قبول ڪري سگهن ٿا پر نهرو نہ) ۽ انڊيا جي مابعد جديديت پسندن (سب آلٽرن) (شيش نندي وغيره) طرفان هن مخصوص دور جي چو ننڍا ڪئي ويندي آهي ۽ (ب) اهو عرصو اڳ جي عرصي کان ڪئين ترڪيبي طور مختلف (Structurally Different) آهي.

ٻيو عرصو هنگامي حالتون لاڳو ٿيڻ کانپوءِ شروع ٿئي ٿو جڏهن ڪانگريس جي اختيار ڪيل راهہ جو پڇي راس ٿيل بحران اعتدال پسند جمهوريت (Liberal democracy) تائين جي معطلي ۾ پاڻ اظهاري ٿو. اسان وٽ هن عرصي جي ترڪيبي معنائن کي واضح ڪرڻ جي هن وقت گنجائش نہ آهي. مختصر طور اسان چئي سگهون ٿا تہ هنگامي حالتن کانپوءِ هڪ عبوري غير مستحڪم دور جي شروعات ٿي جنهن ۾ بحران ختم ٿيڻ تي هڪ دفعو ٻيهر انڊيائي رياست جو رخ ساڄي پاسي موڙيو ويو. پهرين رائو منموهن جي 1990ع جي شروعاتي سالن ۾ نيو لبرل سڌارن جي صورت ۾ ۽ بعد ۾ 1990ع جي ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ مقابلو ڪندڙ حڪمران پارٽي بي جي پي جي اڀار جي صورت ۾. هي اهو عرصو آهي جنهن ۾ انڊيائي جديديت تي سخت وار ڪيا ويا. رياست جي اڳواٽي واري ڪردار، قومي ادارن، قومي معيشيت، سيڪيولر سياست ۽ آزاد پرڏيهي پاليسي تي پڻ تنقيد ڪئي وئي. 21 صدي جي شروعات ۾ انڊيا هڪ ڀيرو ٻيهر هڪ مضبوط طاقت بڻجي ويو جنهن ۾ سماجي لحاظ کان ڪانگريس لبرل ۽ (RSS) بنياد پرست ڌرين جي نمائنده قوتن طور اُڀريون. پر انهن ٻنهي ڌرين جي نيو لبرلزم ۽ سامراج جو ساٿي هئڻ تي راضپي سان.

جيڪڏهن 1975ع کان 1990ع تائين وارا سال هڪ راهہ (نهروئي) کان ٻي راهہ (نيو لبرل) ڏانهن سفر وارا عبوري سال چئي سگهجن ٿا تہ اسين 1991ع کان هاڻ تائين جي عرصي کي پوئين (نيو لبرلزم) کي سگهارو بڻائيندڙ دور چئي سگهون ٿا. جنهن ۾ 1990 واري ڏهاڪي ۾ ڪجهہ لاها چاڙها آيا پر ويجهي ماضي کان ان تي بغير ڪنهن رنڊ روڪ جي عمل ٿي رهيو آهي. نيو لبرلزم جي 20 سالن حقيقت ۾ اهي حالتون پيدا ڪيون آهن جيڪي ڪنهن حد تائين انهن حالتن سان مشابهت رکن ٿيون جڏهن آمريڪا ۾ مابعد جديديت وارا خيال پهريون دفعو متعارف ڪرايا ويا هئا. امير ترين ۽ لکين محتاجن جي وچ تہ صرف حقيقت جو هڪ قسم آهي. ان سان گڏوگڏ وڏن شهرن، ڳوٺن ۽ زرعي مرڪزن ۾ نہ صرف وڏي سرمائيدار ۾ پر وڌندڙ وچولي سرمائيدار ۾ پڻ ڪاٺو نفسيات "Consumer psycho" وجود ۾ آئي آهي. سماج جو بچت saving کان ڪپت

Spending ڏانهن رخ واضح طور پرکي سگهجي ٿو جيڪو اڪثر گراهڪن کي قرض (Consumer credit system) جي اسڪيمن جي پرمار جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو. اليڪٽرانڪ ميڊيا جو وڌڻ ۽ ان جي نجڪاري، ڏيهه اندر پرڏيهي نشرياتي چينلن جو اچڻ (جيڪي ڪمپيوٽر ۽ مختلف ذريعن سان هر عمر جي شخص وٽ عالمي آمريڪي ثقافت مابعد جديديت پهچائن ٿا) جي ڪري انڊيا اندر هڪ قسم جي سماجي موضوعيت پيدا ٿي رهي آهي جيڪا انڊيا جي سماجي تاريخ ۾ پهرين ڪڏهن بہ موجود نہ رهي آهي ۽ جيڪا آمريڪي وچين طبقي (جي نفسيات) جهڙي آهي. رياستي مشينري، وڏين ڪمپنين ۽ بلڪل ڏوهاري ماڻهن جو گڏجڻ وڏي پيماني تي سياسي عمل کان بيزاري کي پيدا ڪري رهيو آهي جيڪو بلڪل آمريڪي ترز جهڙو آهي. ان قسم جون ترڪيبي تبديليون مابعد جديديت جي خيالن جي قبولجڻ جا مادي بنياد فراهم ڪري رهيون آهن.

## حصو ٻيو

انڊيا جي مابعد جديديت پسندن وٽ ڪي بہ پنهنجا فلسياڻا خيال نہ آهن پر هو ٻين جي مليل خيالن کي پنهنجو ڪرڻ جا ماهر آهن. اچو تہ آمريڪن ۽ فرانسيسي مابعد جديديت پسندن جي اهم خيالن تي غور ڪريون جيڪي اسان پهرين بيان ڪري چڪا آهيون. پهريان تہ هنن وٽ روشن خيالي جي عقليت پسندي، عالمگيريت ۽ ترقي جئ خيالن کان بغاوت آهي. ٻيو سياسي نظريي طور هو رياست ۽ سياسي تنظيمن، پارٽين، ٽريڊ يونين کي رد ڪن ٿا ۽ کين عوام تي جبر جا ڪامورڪا اوزار سمجهن ٿا. سياست (انهن جي نظر ۾) فقط مقامي، ڪميونٽي جي بنياد تي ۽ مسئلي جي بنياد تي (Issue based) ڪري سگهجي ٿي. نازي ڪيمپن ۽ جديد سائنسي هٿارن جو بار بار ذڪر ڪيو ويندو آهي تہ جيئن سائنس وسيلي انساني آزادي جي تصور کي ننندي سگهجي. اڪثر مابعد جديديت پسند اشتراڪيت ۽ فاشزم کي هڪ ڪري تصور ڪندا آهن تہ بنهي جا نظريا متعلق العنانيت تي ٻڌل آهن. پوءِ جديديت جي اهڙي نفي پراڻي رواجن جئ هڪ قسم جي رومانويت تي ويساهہ ڪرڻ ڏانهن وٺي وڃي ٿي (مثال طور فوڪوءَ نہ صرف ڪميونزم کي مطلق العنان نظريو تصور ڪندو هيو پر هن ايران جي مُلاڻي انقلاب ( (Clerical Revolution) جي تعريف ۾ ٻہ مضمون لکيا). انهن ئي خيالن کي انڊيائي مابعد جديديت پسندن پاران نون روپن ۾ اظهاريو ٿو وڃي جيڪي اسين هيٺ بيان ڪنداسين.

انڊيا اندر مابعد جديديت جون سياسي صورتون خاص طور سماجي تحريڪن (Civil movements)، سول سوسائٽي جي تنظيمن ۽ غير سرڪاري تنظيمن (NGOs) ۾ ظاهر ٿين ٿيون. انهن کي سمجهڻ ضروري آهي. سماجي تحريڪن جي سياسي تحريڪن سان ڀيٽ ڪئي وڃي ٿي. سياست رياستي طاقت سان واسطو رکي ٿي

جيڪڏهن رياست کي راشي ۽ ڪامورڪي دوکي طور ڏٺو وڃي تہ سياسي پارٽيون ۽ ايتري قدر جو پورهيت بہ جيڪي سياسي عمل جو حصو بڻجن ٿا ۽ رياستي طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪن ٿا. تن کي پڻ هڪ ئي قسم جو ڪامورڪو اوزار سمجهيو وڃي ٿو. منطقي طور هاڻي "سياسي" اصطلاح جي جاءِ "سماجي" ورتي ٿي. هاڻي مقصد رياستي طاقت ڏانهن وڌي ويندڙ ڪم نہ پر سياسي طاقت کي بلڪل رد ڪرڻ ۽ هڪ فرد، مقامي ۽ سماجي گروهن کي روزمره جي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ سگهارو بڻائڻ آهي سول سوسائٽي جون تنظيمون پڻ ساڳي ڳالهہ آهن. سول سوسائٽي کي عوام جو ادارو سڏيو ويندو آهي ۽ ان کي رياست کان الڳ مڃيو ويندو آهي. ان ساڳي شي لاءِ هڪ ٻيو لفظ "عوامي تحريڪون" (Peoples movements) استعمال ڪيو ويندو آهي اهي سيئي خاص ڪري غير سرڪاري تنظيمن (NGOs) جي شڪل وٺنديون آهن. رياستي مدد نہ وٺڻ کي بنيادي بڻايو ويندو آهي. جنهن کي رياست کان يقيني آزادي سڏيو ويندو آهي. هي انهن جي هڪ عجيب دعوا تي لڳي جڏهن اسين ڏسئون ٿا تہ ڪيترين ئي ڪامياب غير سرڪاري تنظيمون (NGOs) اسڪينڊينيوي حڪومتن، جرمن فائونڊيشنس، اقوام متحده جي ڪيترن ئي ادارن، ايڪشن ايڊ "Action Aid" جهڙي قسم جا ادارا جيڪو خود برطانوي حڪومت جو حصو آهي، ۽ ڪجهہ سالن کان وڏي پيماني تي عالمي بينڪ (World Bank) ۽ فورڊ فائونڊيشن کان پئسا وٺي رهيون آهن. پوءِ ائين خاص طور صرف انڊين رياست کي نااهل تصور ڪيو ويندو آهي ۽ ٻي هر پاسي جي امداد کي صاف تصور ڪيو ويندو آهي.

اڄ جو "مخصوص گروهن ۾ اهم مسئلن تي مقامي ڪم" ڪو نئون نہ آهي پر اهي اوڻويهين صدي جي سڌارن واري تحريڪن کان هلندو پيو اچي ۽ اڪثر سياسي تنظيمن (جن وٽ ڪي بہ نظرياتي دعوائون آهن) وٽ اهڙي قسم جا منصوبا آهن. پر تاريخي طور تي اهڙي قسم جو سمورو ڪم ڪرڻ بنان وڏي کان وڏي پڌي قائم ڪرڻ ۽ قوم هارين، پورهيت طبقي ۽ نارين جي آزادي لاءِ قومي سطح جون تنظيمون ناهڻ ۽ اصل مقصد هيو. غير سرڪاري تنظيمن (NGOs) وغيره ۾ صرف مقامي ڪم ۽ ننڍن گروهن جي ڳالهہ، چوندن واري سياست کان نفرت، طبقن، قومي آزادي يا ٽريڊ يونين جي اصطلاحن کان ڇاڻي پُڇهي انڪار، ئي نواڻ آهي اين جي اوز وارو لقاءُ جن وڌندڙ پاڻ کي سماجي تحريڪون ڪوٺرائڻ سان شروعات ڪئي. انڊيا اندر هڪ وڏي لقاءُ طور تڏهن ابريو جڏهن ڪميونسٽن جي هارين، نارين، دستڪار پرتن ۽ پورهيت طبقن ۾ وڌندڙ تنظيمي صلاحيت کي منهن ڏيڻ لاءِ يورپين سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽين پنهنجي حڪومتن ۽ ادارن سميت، ڪين امداد ڏيڻ لڳا. عالمي سطح تي اهي سوشل ڊيمو ڪريٽڪ پارٽيون سرد جنگ جي شروعات کان وٺي آمريڪي سامراجيت سان ڳنڍيل هيون پر انڊيا اندر جيڪي ماڻهو ڪميونسٽ پارٽين جا مخالف هئا اهي انهن ئي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽين کي ترقي پسند ۽ پرامن طريقي ڪميونزم ڏانهن وٺي ويندڙ تصور

ڪرڻ لڳا. اهو ئي سبب آهي جو سي آءِ اي جا پئسا بہ انهن يورپي پارٽين جي ذريعي پهچايا ويا ۽ انهن پارٽين (سوسل ڊيموڪريٽڪ) جا ڪميونسٽ مخالف منصوبا اوترائي سخت گير هئا جيترا آمريڪي سامراج جا منصوبا. انهن ڪميونسٽ مخالف اين جي اوز جي نہ صرف انڊيا پر سڄي ايشيا ۽ خاص ڪري آفريڪا ۾ مدد پئي ڪئي. جڏهن ان رجحان پير ڪوڙيا تہ بيا بہ ڪيترائي ادارا امداد ڏيندڙن ۾ شامل ٿي ويا. اهو عمل هڪ حد تائين رڪيل هيو جڏهن سامراج مخالف, معاشي قومپرستي, آزاد انڊيا جي ترقي جا نظريا مضبوط هئا ۽ گهٽ ۾ گهٽ چوڻ جي حد تائين رياست پاڻ بہ انهن نظرين جي پاسداري پئي ڪئي, پر جيئن ئي نيولبرلزم مضبوط ٿي تہ اهي نظريا پنتي پوڻ شروع ٿيا باهرين ادارن ۽ ڏيهي وڏين ڪمپنين جي امداد جي راهہ ۾ رنڊڪون ختم ٿيون. پوءِ رياست سماجي ذميوارين کان پنتي هٽڻ لڳي ۽ پنهنجو ڪم بہ اين جي اوز کي ڏيڻ شروع ڪيو جيئن پهرين بنگلاديش جهڙا ڪمزور ملڪ ڪندا هئا. وقت گذرڻ سان "ننڍي پيماني تي سياست" "Micro politics" سان هٿياربند اهي سماجي تحريڪون فرانسيسي مابعد جديديت جو رنگ وٺڻ لڳيون ۽ "سول سوسائٽي" ۽ "سماجيت" جي نالي ۾ وڏ کان وڏ سياسي جاءِ ولارڻ لڳيون. سياست جو هي خود روپٽو جيڪو حڪمران طبقي ۽ رياست مخالف منظم اتحاد واري سياست کي ڏک رسائي ٿو ان جي عالمي سرمايو پاڻ وڏي همت افضائي ڪري رهيو آهي.

## حصو ٽيون

عام پڙهندڙن, استادن, وڏن ادارن جي شاگردن, سياسي ڪارڪن, سماجي سائنسي ۽ فني تحقيق ڪندڙن ۾ انڊيائي مابعد جديديت جا خيال مختلف شڪليون وٺي سرائيت ڪن ٿا. نيو لبرلزم پنهنجي سيني پهلوئن ۾ عالمي مالياتي سرمائي جي مابعد جديديت واري نظرئي جو بنياد آهي تنهنڪري سيني قسمن جا سمورا مابعد جديديت جا خيال رياست, سياسي پارٽين, ٽريڊ يونين, ماحولياتي آلودگي, ذات جي بنياد تي جبر (Caste oppression) وغيره جي تہ مخالفت ڪري سگهن ٿا پر مارڪيٽ (منڊي) جي ڪڏهن بہ مخالفت نہ ٿا ڪري سگهن. حقيقت ۾ سيني قسمن جي مابعد جديديت ۾ رياست مخالف (Anti state) خيال شديد هوندا آهن جن جو منطقي مقصد رياستي مداخلت جو خاتمو مڪمل آزاد مارڪيٽ ۽ مڪمل نجي معيشيت آهي هي بلڪل عالمي سرمائي جي منشا مطابق آهي.

فلسفيائي مابعد جديديت جڏهن هڪ دفعو يورپ ۽ آمريڪا جي تدريسي ادارن ۾ پير کوڙيو تہ ٿوري ئي وقت ۾ ان جي دنيا جي سيني علائقن ۾ لاڳو ٿيندڙ نظرئي هئڻ جي دعوا ڪئي وئي يورو-آمريڪي نظرئي کي عالمي بڻائڻ ۾ ٽين دنيا جا دانشور ۽ هتي انڊيا ۾ سيني دانشور جيڪي آمريڪي سوشل سائنس جي ادارن جا تيار ٿيل آهن, اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. مثال طور اج اها بلڪل سچيل حقيقت آهي تہ انڊين سماج

تي ڪو ماڻهو سماجي سائنس ۾ پي ايچ ڊي جي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ چاهي ته ۽ سندس مقالو سبالٽرن تاريخدانن ”Subaltern Historians“ جي نقطي نگاهہ سان نهڪندڙ نہ آهي تہ اهو قبول تي نہ سگهندو. ان جي ابتڙ هڪ آمريڪي يونيورسٽي مان ڊائريڪٽوريٽ Ph-D ڪيل ماڻهو کي انڊيا جي وڏن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهائڻ جو موقعو آساني سان ملي ويندو. اڄ جي دور ۾ جڏهن پرڏيهي ادارن انڊيا جي يونيورسٽين ۽ شعبن کي سڌي امداد ڏيڻ شروع ڪئي آهي تہ امداد اڪثر مابعد جديديت جي هدايتن آهر پڙهائڻ جي منصوبن، تناظر. ۽ طريقن ئاهڻ لاءِ استعمال ڪئي ويجي ٿي. مثال طور مابعد جديديت هڪ اهم ڍانچو آهي جنهن مطابق نوان تدريسي شعبا جهڙوڪ وومن اسٽيڊيز Women studies جينڊر اسٽيڊيز Gender Studies دليت اسٽيڊيز ”Dalit Studies“ انوائرومينٽل اسٽيڊيز ”Environmental studies“ وغيره متعارف ڪرايا ويا آهن. اسين هاڻي مابعد جديديت جي نقط نگاهہ کان معاشي ۽ سياسي هفتيوار رسالن ۾ ناري جي تعليم، متعلق لکجندڙ مواد ڏسي سگهون ٿا جيڪو ڪيترن ئي سالن کان ڇپجندو پيو اچي. ان سڄي عمل ۾ سبالٽرن اسٽيڊيز ”Subaltren studies group“ اهم ڪردار ادا ڪري رهيو آهي جيڪو نہ صرف تاريخ پر سيني سماجي سائنسن ۾ مابعد جديديت جا نظريا پکيڙي رهيو آهي. هي گروپ پهريون ڀيرو 1982ع ۾ رانا جت گوها، جيڪو انڊيا سان تعلق رکندڙ تاريخدان هيو ۽ ان وقت آسٽريليا ۾ ڪم ڪندو هيو جي اڳواڻي ۾ منظر عام تي آيو. ان ۾ انڊيا سان تعلق رکندڙ ڏيهہ ۽ پرڏيهہ ۾ وينل ۽ ڪجهہ اولهہ جا دانشور بہ شامل هئا. مختصراً ان ۾ پرڏيهہ ۾ وينل انڊين دانشور اهم ڪردار نڀائي رهيا هئا. ان گروپ کي تمام جلدي بين الاقوامي شهرت ملي. ان جي منظر عام تي اچڻ کان چار سال پوءِ 1986ع ۾ اتر آمريڪا جي سمجهہ جي نمائندگي ڪندي شڪاگو يونيورسٽي جي پروفيسر رنالڊ انڊين ”Ronald Indian“ چيو ”شايد بينڪيتي دؤر کان وٺي هينئر تائين پهريون دفعو انڊين پنهنجو پاڻ ميرائڻ جي صلاحيت ڏيکارڻ جا اهڃاڻ ڏئي رهيا آهن“ لڳ ڀڳ ڏهاڪو سال پوءِ 1995 ۾ ايڊورڊ سعيد ”Edward Said“ پنهنجي مشهور ڪتاب اورينٽلزم ”Orientalism“ ۾ سب آلٽرنسٽن لاءِ لکيو تہ هي اهي آهن جيڪي منهنجي ئي ورثي کي اڳتي وڌائيندا.

سب آلٽرنزم ”Subaltransim“ تي هڪ ايڪي طور نہ ٿو ڳالهائي سگهجي چاڪاڻ تہ ان جي رڪنيت مختلف وقتن کي بار بار تبديل ٿيندي رهي آهي ۽ وڏي ڳالهہ تہ انهن جي نظرياتي بيهڪ پڻ متجندي رهي آهي. رانا جيت گوها کي ڇڏي ڪري (جيڪو بانيڪار ۽ وڏو اثر رسوخ رکندڙ هيو) ديپيش چڪرا وراتي، پرٿا چيٽرجي ۽ گيان پانڊي ٽي مستقل شخصيتون آهن ۽ اسين خاص ڪري انهن ٽنهي ڄڻن جو ذڪر ڪنداسين. پيو تہ ان منصوبي ۾ بہ اهم تبديليون آيون آهن. پنهنجي شروع واري سالن ۾ انهن وڏن مارڪسي خيالن جو سهارو ورتو ۽ اڪثر حوالي طور مائو گرامچي ۽ اي پي ٿامسن ڪم آندا ويندا هئا. جيئن ئي انهن جي شهرت بين الاقوامي ۽ آمريڪي ٿي تہ هنن مارڪسزم

ڪان ڪتجي مابعد جديديت سان تعلق هجڻ جو اعلان ڪيو. (ايڊورڊ نشاندهي ڪندي گوها لاءِ چيو تہ هو پوسٽ اسٽرڪچلسٽ (post structuralist) آهي). بعد ۾ 1990 واري ڏهاڪي ۾ جڏهن بابري مسجد جي تباهہ ٿيڻ ۽ اليڪشني سياست ۾ بي جي پي جي تڪڙي اڀار فرقيواريت کي انڊين سياست جي مرڪز تي آندو تہ ان (سب آلٽرن) گروپ جا بہ اهم رڪن پرٿا چترجي ۽ گيان پانڊي انڊين سماجي سائنس ۾ مشهور ڪميونسٽ مخالف ۽ نيو ٽريڊيشنلسٽ Neo Traditionalist گروهن ڏانهن وڏي تيزي سان مُڙي ويا ۽ اشيش نندي ۽ تي اين مدن پڻ اهوئي ڪيو. ان ڪان علاوه سيواپن داسوگوپا Swapan Dasgupa جنهن سب آلٽرن اسٽڊيز جي پهرين لکڻين ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو اهو آر ايس ايس (بي جي پي) جي نظرئي جي پرچار ڪرڻ لڳو. هينئين بن حصن ۾ اسين پهرين سب آلٽرن منصوبي جي انهن دعوائن جو جائزو وٺنداسين جيڪي ان نهڻ وقت ڪيون هيون پوءِ اسين ان جي قومپرستي، سيڪيولرزم ۽ اشتراڪيت جي مسئلن تي جوڙيل نقطي نگاهہ جو جائزو وٺنداسين.

## حصو چوٿون

سب آلٽرن اسٽڊيز جو پهريون ڇاپو ”بينڪيتي انڊيا جي تاريخ نويسي جا ڪجهہ پهلو“ جي مضمون سان شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ سب آلٽرنزم جو بانيڪارانا جيت گوها ان منصوبي جا بنيادي عنصر ٻڌائي ٿو. پهريون جملو هنن لفظن سان شروع ٿئي ٿو. ”ڪيتري ئي عرصي کان انڊيا جي تاريخ نويسي حڪمران طبقي- بينڪيتي حڪمران بورجوا قومپرست حڪمران جي بالادستي هيٺ رهي آهي.“ مضمون جي باقي حصي ۾ ۽ حقيقت ۾ تہ گوها ۽ ٻين سيني سب آلٽرن لکيڪن جي 30 سالن جي سيني لکڻين ۾ بينڪيتي انڊيا جي مارڪسي تاريخ نويسي ۽ بورجوا قومپرست تاريخ نوسين جو پڻ ڪاٿي بہ ڪو ذڪر نہ آهي. انهن لکڻين پڙهڻ کانپوءِ ڪنهن کي بہ اهو معلوم نہ ٿيندو تہ ڪو انهن موضوعن تي ڪنهن ڪميونسٽ بہ لکيو آهي. پيو تہ نهيو پر ”سب آلٽرن“ ”Sub Altern“ اصطلاح جو استعمال پڻ عجيب آهي. انهن هي اصطلاح اينٽونيو گرامچي ”Antonio Gramsci“ کان کنيو آهي جيڪو اِٽلي Italy جي ڪميونسٽ پارٽي جو اهم رهنما هيو جنهن جيل اندر قيد ۾ پنهنجون شاهڪار لکڻيون لکيون. جيلرن جي سينسرشپ کان بچڻ خاطر هو پرولتاري بجاءِ لفظ سب آلٽرن استعمال ڪندو هو هو پرولتاري ۽ ٻين استحصال جو شڪار پرتن بجاءِ بنيادي طبقو ۽ ٻيا سب آلٽر (هيٺيان) پرت وارا اصلاح استعمال ڪندو هيو جڏهن تہ گوها ۽ سندس ساٿين سڄي انڊين سماج کي ٻن طبقن هڪ امير طبقو ”The elite“ ۽ ٻيو سب آلٽرن پرت ”Subaltern strata“ ۾ تي ورهايو. هن سماج جي طبقن ۾ ورهايل مارڪسي سمجهاڻي جي جاءِ تي بورجوا سماجيت جا مبهم اصطلاح استعمال ڪيا. ان جي تسلسل ۾ هنن چيو تہ ساڳيا ئي پرت هڪ حالت ۾ امير طبقو elite تہ ٻي حالت ۾ سب آلٽرن ”Sub altern“ ٿي سگهن ٿا. مثال

طور زمين رکندڙ هاري ڳوٺ جي غريب پرتن جي پيٺ ۾ ته وڏن زميندارن ۾ سرمائيدارن جي پيٺ ۾ سب آلٽرن تي سگهي ٿو. آخري قدم طور هنن چيو ته سياست جون ٻه ڏارائون آهن هڪ امير طبقي ۽ ٻي سب آلٽرن طبقي جي ڏارا. سب آلٽرن ڏارا لاءِ چيو ويو ته اها خودرو عمل ڪري ٿي جنهن ڪي پنهنجو مخصوص شعور ۽ عمل جو طريقو هجي ٿو هي تاريخ نويسي جو نئون مڪتب فڪر هن ٻي ڏارا ۾ رهندڙ ماڻهن جي تاريخ لکڻ لڳو. اهو بلڪل ئي مبهم هيو ته ٽريڊ يونين، ڪسان سڀا يا ڪميونسٽ پارٽيون ۽ انهن جون وڏيون عوامي تنظيمون ان ڏارا جو حصو آهن يا نه. لڳ ڀڳ 30 سالن ۾ ڪڏهن به ڪميونسٽ ليکڪن جي تاريخ تي لکتن ۽ سماجي تجزين يا ٽريڊ يونين، هارين ۽ پورهيتن جي حقيقي جدوجهدن کي شامل نه ڪيو ويو آهي. ان سڄي لفظن جي ڪلابازين جو بنيادي مقصد طبقاتي جدوجهد ۽ طبقن کان ڪن لاتار ڪرڻ آهي.

توڙي جو گوها ۽ سندس ساٿي، مارڪسي تاريخدانن تي تنقيد، ايتري قدر سندن ذڪر به نه ڪندا آهن پر انهن جو لب لباب اهو آهي ته انڊين تاريخ جي سمجهه ۾ ڪميونسٽن ۽ بورجوازين ۾ ڪو فرق نه آهي. رانا جيت گوها پنهنجي 100 صفن جي مضمون "بغير اختيار جي بالادستي ۽ ان جي تاريخ" "Dominance without legemony and its histrography" سب الٽرن اسٽڊيز (1989) جي چوٿين مجموعي ۾ لکي ٿو ته "انڊين تاريخ نويسي ۾ ڪڏهن به اهڙو رجحان يا مڪتب فڪر نه رهيو آهي جيڪو بينڪيتي تناظر ۾ برطانوي لبرل مفروضن کان مختلف هجي" صفحو (306).

گوها جي اهڙي فتوا (ته گوها کان اڳ ۾ ان تناظر ۾ سوچڻ ۽ لکڻ وارن جو ادارو ته پري ڪو رجحان به موجود نه هو.) تمام گهڻي حيرت انگيز آهي. چاڪاڻ ته ان جو مطلب (الف) بينڪيت بابت سڀ برطانوي لکتون لبرل نوعيت جو آهن، جنهن ۾ شڪ ڪري سگهجي ٿو پر پوءِ به (ب) جيڪو فرق اسين عام طور تي نه صرف برطانوي تاريخدانن ۾ ڏسون ٿا پر فريقيواريت پسند تاريخدانن، قومپرست تاريخدانن ۽ مارڪسي تاريخدانن ۾ جيڪي فرق آهن، اُهي سڀ دوکو آهن چاڪاڻ ته اهي سڀ هڪ ته لبرل مفروضي جو حصو آهن پر خاص طور برطانوي تاريخ نويسن جي پيداوار آهن. پوءِ گوها ان معاملي کي واضح طور لکي ٿو ته "19 هين صدي جي پهرين چوٿائي کان وٺي برطانوي عملدارن ۽ غير عملدارن طرفان متعارف ڪرايل تجزياتي طريقيڪار کي هندستاني تاريخ جي بعد جي سمورن رجحانن وڏي ايمانداري سان پنهنجو بڻايو آهي". اهڙي طرح انڊين قومپرستي ۽ مارڪسزم جو برطانوي بينڪيت سان ڳانڊاپو "عقلي تصور" "Rational concepts" جي ان تصور جو استعمال آهي. ان ڳانڊاپي کان جان ڇڏائڻ لاءِ اسان کي پنهنجو پاڻ عقل "Reason" کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻو پوندو جيڪو روشن خيالي جي دور کان وٺي جديد فلسفي ۾ سمجهيو ويندو آهي. مارڪسي خيال ته سماج مختلف طبقن ۾ ورهايل آهي اهو وڏيڪ ڦهليل معقولن امير طبقو Elite ۽ سب الٽرن جي صورت ۾ رد ٿي چڪو آهي، جيڪي بورجوا سماجيات مان ورتل آهن. جيئن ئي سب الٽرن منصوبي مارڪسزم

جي بنيادن کان پري ٿيڻ شروع ڪيو آهي تہ هاڻي عقلي تصورن "Rational Concepts" تي حملو مابعد جديديت جي عقل پسندي جي مخالفت کي ظاهر ڪري ٿو جيڪو وڏي پيماني تي سب الٽرن منصوبي جو مرڪز بڻجي چڪو آهي.

ديپيش چڪرابرتي پنهنجي 1993ع ۾ شايع ٿيل مضمون ۾ سب الٽرن منصوبي جي بنيادي نوعيت ۾ ان وڏي تبديلي کي گياتري سپويڪ ۽ ايڊورڊ سعيد پاران ان منصوبي ۾ ورتل دلچسپي سان منسوب ڪيو آهي. اهڙي طرح ان منصوبي ۾ تبديلي پنيان بنيادي محرڪن جي نشاندهي ڪندي ان تبديلي جي مختصر نوعيت جي پڻ نشاندهي ڪئي ۽ واضح ڪيو تہ اها تبديلي طبقن جي معاشي محدوديت "Economic class Reductionsim" کان آزاد بهتر مارڪسي تاريخ لکڻ کان ان سمجهہ ڏانهن منتقلي هئي.
جيڪو مارڪسزم جي بنياد ۾ سمايل عالمگيريت Universalism کي نظرانداز نہ ٿو ڪري سگهي. هي هڪ اهم جزاءُ آهي چاڪاڻ تہ اهو واضح ڪري ٿو تہ سبالٽرنزم مارڪسزم جي بنيادن کي هڪ دفعو نہ پر بہ دفعا رد ڪيو آهي. چڪرابرتي مارڪسزم کي طبقاتي معاشي محدوديت ڪوٺيندي ٻڌائي ٿو تہ سبالٽرنزم ان خيال کي رد ڪري ٿو تہ (1) ڪنهن بہ سماج جي ڪرنگهي جو هڏو معيشت آهي (2) سرمائيداري نظام جو بنياد طبقا آهن ۽ اهي سماج جو بنيادي محرڪ آهن (3) اهو خيال تہ طبقاتي جدوجهد تاريخ جي محرڪ قوت آهي جنهن جي چوٽي تي پيون سڀ جدوجهدون گردش ڪن ٿيون ۽ بذاتخود پورهيت انقلاب کي پڻ رد ڪري ٿو اهي خيال آهن جن کي طبقاتي معاشي محدوديت چئجي ٿو جن کي چڪرابرتي جي بقول سبالٽرنزم شروع کان ئي رد ڪيو.
ٻئي مرحلي ۾ آمريڪي مابعد جديديت ان منصوبي جي سرپرستي ڪئي جنهن جي ان مخصوص مفاصلي کان ايڊورڊ سعيد Edvard Said ۽ اسپيويڪ Spivak رهنمائي تي ڪئي. سبالٽرنزم مارڪسزم جي عالمگيريت Univarsalism واري خيال کي پڻ رد ڪيو. هتي عالمگيريت کي رد ڪرڻ مان انهن جي مراد انهن خيالن کي بہ رد ڪرڻ آهي تہ (1) ٻولي، نسل ۽ قوم کان بالاتر عمومي انسان جو سرمائيداري اندر استحصال ٿئي ٿو (2) پورهيت سڄي سماج جي ڪلي آزادي ڪانسواءِ آزاد نہ ٿو ٿي سگهي ۽ اهڙي طرح مارڪس جي لفظن ۾ پورهيت هڪ عالمگير طبقي Universal class طور ظاهر ٿئي ٿو (3) هاڻي تائين حاصل ٿيل سرمائيداراڻي عالمگيريت (جنهن کي بورجوازي گلوبلائيزيشن چون ٿا) مان سوشلزم کان گهٽ ڪنهن بہ شي سان ڇوٽڪارو حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي. (4) الڳ سڃاڻپ ۽ نسل پنهنجي جاءِ تي اهم هوندي بہ مجموعي انسانذات جي ڪجهہ حصي کي شامل ڪن ٿا جڏهن تہ شناخت کان متاهين انسان ذات جي وڏي اڪثريت جو استحصال عالمگير آهي.
مختصر طور سبالٽرنستن جي ٻولي ۾ طبقاتي محدوديت ۽ عالمگيريت کي رد ڪرڻ پوري مارڪسزم کي رد ڪرڻ برابر آهي پوءِ ڀلي هو ڪو گرامچي ۽ مائو يا ٻئي ڪنهن جي خدمتن کي ساراهين.

مارڪسزم کي اهڙي طرح رد ڪرڻ ۾ مابعد جديديت جي خيالن کي پڪڙڻ خاص ڪري عقليت پسندي جي مخالفت Anti rationalism کي اپنائڻ، بئي ڈاڪي ۾ سبالٽرنزم جي حامين کي سيڪيولزم ۾ فرقيواريت جي معاملي ۾ واضح طور ساڃي ڏر جي نقطه نگاهه ڏانهن ڏڪي تي توڙي جو هو هندو شناخت جي بنياد تي ٽيندڙ سياست "Hindutva politics" ۾ يقين نه رکندا هجن.

انهن مسئلن تي گيانندرا پانڊي هڪ اهم سبالٽرن ليکڪ آهي. پارٿا چترجي پڻ انهن معاملن تي اثرائتا مضمون لکيا آهن. گوها ۾ چڪرابرتي جا مفروضا جيڪي اسين پهرين بيان ڪري چڪا آهيون هن (پانڊي) وٽ به مڪمل طرح موجود آهن. اهڙي طرح پنهنجي 1990 ۾ شايع ٿيل ڪتاب "بينڪيتي اتر انڊيا ۾ فرقيواريت جي تعمير" "The consruction of commandism in" "Colonial north India" ۾ گيانندرا پانڊي لکي ٿو ته "فرقيواريت عقل جي عهد "Age of reason" جي خاصيتي پيداوار آهي. فرقيواريت مخالف سيڪيولر منصوبن تي تنقيد ڪندي پانڊي چوي ٿو ته "قومپرست ۾ بينڪيتي بيهڪ بنهي جو اساس لبرل نظريو آهي جنهن ۾ سيڪيولرزم ۾ عقليت پسنداڻي سوچ جا هم آهنگ عنصر آهن" (صفحو 13). هو لکي ٿو ته "1960 واري ڏهاڪي کان وٺي ٿيل تحقيقن جو بُنياد سببن جي مسلسل ڳولها رهيو آهي...... هاڻي تاريخدانن جو معاشي عقليت پسندي "Economic Rationlity" واري سوال تي اتفاق نظر اچي ٿو جيڪو جدوجهد ۾ سياست جو بنياد آهي. پانڊي جن ليکڪن کي عقليت پسندي ۾ اصليت جي کوٽ "Lack of originality" جي بنياد تي رد ڪري ٿو انهن ۾ روملا ٿاپڙ، هربنس مکيا، بپان چندر، تانيڪا سارڪر، اصغر علي انجنيئر، عُما چڪراورتي، نند يتا هاسڪر، ۾ ڪيترائي ٻيا پانڊي جي لفظن ۾ ته .ڪيترائي عام آزادين جا گروپ "civil liberties groupes" ۾ شهري جاچ پڙتال جون ڪاميٽيون" شامل آهن. پروفيسر پانڊي هن سڄي بحث جو نتيجو ڪڍندي، سبالٽرن گروپ کان علاوه، بن ليکڪن اشيش نندي ۾ ٽي اين مدن جي نشاندهي ڪري ٿو جن سان هن کي گهرو لڳاءُ آهي. هُو نندي جي مشهور مضمون "سيڪيولرسٽ مخالف پڌرنامو" "Anti Secularist Manifesto" جي خصوصن ساراهه ڪري ٿو.

نندي جيان پانڊي به فرقيواريت کي جديديت (عقليت پسنديءَ جو دؤر "Age of Reason") جي پيداوار سمجهي ٿو. اهڙي طرح سيڪيولرزم به ان کان بنيادي طرح مختلف نه آهي ڇاڪاڻ ته سيڪيولرزم عقليت پسندي سان گڏوگڏ هلي ٿي (جنهن کي خراب شيءِ سمجهيو ويو آهي). پوءِ پانڊي ان خيال کي رد ڪري ٿو ته فرقيواريت جي عقلي بنيادن تي ڪِن محرڪن جي ڳولها ڪجي يا فرقيواراڻي لڙائي جي گهٽ ۾ گهٽ ڪجهه معاملن پنيان معاشي محرڪ عمل پيرا آهن. ان بجاءِ پانڊي چوي ٿو ته جنهن کي اسين فرقيواريت چئون ٿا اها تمام گهڻي سيڪيولرزم جو رد عمل آهي:

"اهو پڻ ٿي سگهي ٿو ته سيڪيولر قومپرستي جي هندستاني شهرين لاءِ مختلف

(سيڪيولر) تاريخي روايتن جي گهرج.........انڊين تاريخ جي وڏيڪ گروهي اصطلاحن (خاص ڪري مذهبي گروهي "Religious Communities")جي رد عمل جڙاءَ ۾ تمام گهڻو اضافو ڪيو".

اهڙي طرح، پانڊي مطابق، اها سيڪيولر تاريخي روايتون ڳولهڻ جي ڪوشش هئي جنهن رد عمل طور گروهي ڪٽرپڻي "Community dogmatism" کي جنم ڏنو سيڪيولرزم ڏانهن وڃڻ شروعاتي غلطي هئي جنهن جو فرقيواريت فقط نتيجو آهي. اها حيرت جي ڳالهه آهي ته ڪو تاريخدان ائين به چئي سگهي ٿو! تاريخ جون سيئي شاهديون ٻڌائن ٿيون ته پهرين ٿيل فرقيواراڻي لڙاين جي رد عمل طور انڊيا ۾ سيڪيولرزم پيدا ٿي.

پانڊي ان کان به اڳتي وڌي چوي ٿو ته سيڪيولرزم هڪ نئون مذهب هيو جيڪو انڊيا ۾ 1920ع واري ڏهاڪي ۾ شروع ٿيو ۽ هر مذهب وانگر ان (سيڪيولرزم) کي به هڪ شيطان "Demon" جي ضرورت هئي جنهن جي خلاف وڙهجي. فرقيواريت اهو شيطان هو جنهن کي بينڪيتي اختيارين ۽ سيڪيولر قومپرستن گڏجي ايجاد ڪيو.

پرٿا چٽرجي پنهنجي ساٿي گيان پانڊي جي تمام گهڻي تعريف ڪري ٿو ۽ هن وانگر سيڪيولرسٽ مخالف ساڃي ڏر جي نظرئي دانن اشيش نندي ۽ ٽي اين مدن جي تائيد ڪري ٿو جيڪي هن جي بقول "اهڙا عالم آهن جن سيڪيولرزم ۽ فرقيواريت تي سڀ کان وڌيڪ دانشمندي سان لکيو آهي. پنهنجي مشهور مضمون "سيڪيولرزم ۽ رواداري "Secularism and tolocation" ۾ هو (چيٽرجي) پانڊي جو خيال دهرائيندي لکي ٿو ته مذهبي گروهه جبلي طور روادار هيا ۽ مذهبي عدم رواداري جديديت جي پيداوار آهي. هو چوي ٿو ته اهي قومي رياست انڊيا کي سيڪيولرائيز ڪرڻ ۽ فرقيواراڻين لڙاين کي سيڪيولر قانون مطابق سنڀالڻ جون بار بار ڪيل ڪوششون آهن جن مذهبي گروهن اندر جديديت جي منصوبي خلاف مزاحمت کي وڌايو آهي. هو وڌيڪ صلاح ڏئي ٿو ته فرقيواريت کي سنڀالڻ جو بهترين طريقو اهو آهي ته رياست پنهنجو ڪردار گهٽائي ۽ سيني مذهبي گروهن کي ڇڏي ڏئي ته هو پنهنجا ۽ هڪ ٻئي جي وچ ۾ معاملا سنڀالن. چٽرجي مطابق اهو سوال ته ڪنهن مخصوص مذهبي گروهه جي رهنمائي ڪير ڪري يا اهو گروهه پنهنجا اندروني اصول تبديل ڪري ٿو يا نه اهو ان گروهه جو اندروني معاملو آهي ۽ ان گروهه سان واسطو رکندڙ ماڻهن کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي به مداخلت جو ڪو حق نه آهي.

چٽرجي مطابق قومي رياست جو مداخلت نه ڪرڻ ۽ انڊيا کي مذهبي گروهن جو مجموعو سمجهڻ لازمي طور مذهبي رواداري ڏانهن وٺي ويندو ڇاڪاڻ ته روايتي مذهبي گروهه فطري طور روادار آهن. هو اسان کي اهو بلڪل به نه ٿو ٻڌائي ته وي ايڇ پي VHP بجرنگ دل، يا امام بخاري جي پوئلڳن جو ڇا ڪجي، هو اهو فرض ڪري ٿو وٺي ته هندو ۽ مسلمان پنهنجو پاڻ ۾ اهي معاملا حل ڪري وٺندا. اهو سڀ ڪجهه سبالٽرنزم جي نه

صرف عالمگيريت، عقليت پسندي ۽ سيڪيولرزم مخالفت پر قوم، قومپرستي، قومي رياست (جنهن کي هو امير طبقي "slite" سان منصوب سمجهن ٿا) مخالفت جو تسلسل آهي. انهن سيني شين کي رياستيت "Statism" سان منسلڪ ڪري رد ڪيو ٿو وڃي. پنهنجي تمام گهڻي اثرانداز ڪتاب ۾ چترجي قومپرسي کي ٻين نظرين منجهان اخذ ڪيل نظرئي "Deriviative Discourse" طور ڄاڻايو آهي جيڪو جديديت جي اصولن خاص ڪري لبرلزم، جنهن بينڪيت کي جنم ڏنو تان ورتل آهي. انهن گروهن کي هندستاني سماج جي بنيادي سچ طور پيش ڪيو ٿو وڃي ۽ قومي رياست جي مخالفت ڪئي وڃي ٿي ته اها جديد دور جو ٿاڦيل جبر آهي ۽ اها گروهن، خودمختيار حقن ۽ زندگين جي لتاڙ آهي. چترجي جي لکڻين ۾ خاص طور نهرو لاءِ زهر پريل آهي جيڪو (نهرو) پنهنجي سيڪيولر خيالن، رياستي مداخلت، معيشت جي رياستي منصوبابندي ۽ جديديت تي مسلسل زور ڏيڻ ڪري رياستيت "Stalism" جو مجموعو آهي. هي خيال پڻ سيني سبالٽرنسٽ خيالن جي مجموعي مان منطقي طور ظاهر ٿيو آهي. اسين هن نوٽ جي شروعاتي حصي ۾ چيو هيو ته نهرو ئي رياست وارو عرصو اهو دور آهي جڏهن تازي آزاد ٿيل انڊيا ۾ سرمائيداراڻي جديديت جا ٻج ڇٽيا ويا هئا. اهو سمجهه ۾ ايندڙ آهي ته سبالٽرنزم، جيڪا هندستاني معيشت ۽ سياست ۾ نيولبرل ترڪيب واري دور ۾ تمام گهڻي اثرائتي ٿي، انڊيا جي تاريخ جي ان مخصوص عرصي کي نشانو بڻايو ته اهو دور غلط راهه تي هيو. چترجي پنهنجو پاڻ نه به چوي پر اها حقيقت آهي ته اهڙي شديد رياست مخالفت جيڪا هي ۽ هن جا ساٿي ڪري رهيا آهن اها صرف "منڊين جي آزادي" جي نظرئي جي خدمت ڪري ٿي. جيڪڏهن رياستي پابنديون خراب آهن ته پوءِ صرف مارڪيٽ / بازار جي آزادي ئي سماج جي ڪارونهوار جو تعين ڪري سگهي ٿي. سبالٽرن ڪلي طرح نيولبرل پالسين جي حمايت ڪن يا نه پر رياست مخالفت پنهنجي جوهر ۾ نيولبرل ئي آهي.

- "جيستائين طبقاتي استحصال جو خاتمو ڪري اشتراڪي نظام لاڳو نه ٿو ڪيو وڃي تيستائين دنيا منجهان جنگ ختم نه ٿي ڪري سگهجي."
  *(لينن)*

- "انقلاب نه ته ڪا ڊنر پارٽي آهي ۽ نه ئي ڪو مضمون لکڻ، تصوير ناهڻ يا پرت پرڻ جو نالو آهي، اهو ايترو نفيس، نرم، وڻندڙ محدود، ناپر پريو ۽ واندڪائي وارو ڪم نه ٿو ٿي سگهي، انقلاب هڪ بغاوت آهي، هڪ مزاحمت آهي جنهن ۾ هڪ طبقو وڙهي ڪري ٻئي طبقي کي اقتدار کان ٻاهر ڦٽو ڪندو آهي."
  *(ماؤزي تنگ)*

# سنڌي ٻوليءَ جو دفاع

## (هڪ مارڪسي نقطي نگاهہ)

عاصم آخوند

(نوٽ: ڪامريڊ عاصم آخوند جو هي آرٽيڪل ٻه‍ريون ڀيرو آدرش ۾ ڇپيو هو. هن ڀيري 21 فيبروري تي مادري ٻولين جي عالمي ڏهاڙي جي نسبت سان اسان سنڌس هي آرٽيڪل ٻيهر ڇاپي رهيا آيون. "ادارو")

ا ب ٻ ڀ پ ت ٿ ٽ ٺ ث ف ڦ
گ ڳ ڱ ڪ ي د ڊ ڏ ڍ ح ج ڄ ڃ چ
ڇ خ ع غ ر ز ڙ م ن ل س ش و ق ص
ض ڻ ط ظ ھ جھ گھ ڪ ء

هڪڙي ساديءَ سمجهہ تي ٻڌل اِهو خيال عام آهي تہ هڪُ ڪميونسٽ يا مارڪسي بنيادي طرح بين الاقواميت پسند ٿئي ٿو ۽ اِن ڪري هو پنهنجي ديس ۽ اُن جي ثقافت جي دفاع لاءِ عمل ڇا، پر ڳُڻتي بہ نٿو رکي. پر حقيقت اِها آهي تہ سنڌ ۾ مارڪسيت ۽ خود قومپرستيءَ جي تشريح سياسي تنظيمن وٽ اڃا انتهائي ساديءَ سطح جي آهي. جيڪڏهن سنڌ جي شعوري ارتقا جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪجي تہ اِها حقيقت واضع ٿي پوي ٿي تہ مارڪسيت تي سنڌي ۾ موجود ڪتاب تعارفي سطح جا آهن ۽ مارڪسي سائنس جي نقطي نگاهہ کان سنڌ جي ثقافت، تاريخ ۽ شعور جي موضوعن تي ڪتاب جڙ لکيا ئي نہ ويا يا انهن تعارفي ڪتابن ۾ موجود مواد کي سنڌ جي سماج تي رڳو ميڪانڪي (جڙتو) انداز ۾ لاڳو ڪيو ويو آهي. اِهو سڀ هڪ پاسي مارڪسيت جي فڪري ارتقا جي اڻ ڄاڻائيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمن جي کوٽ، ۽ ٻئي پاسي خود سنڌي سماج جي سياسي، اقتصادي سلسلن جي گهرائيءَ سان نہ سمجهڻ جو نتيجو آهي.

مارڪسيت پنهنجي اصلَ ۾ فلسفي، سياست ۽ اقتصاديات جي باري ۾ هڪ جامع نقطي نگاهہ آهي ۽ اِن معنيٰ ۾ مارڪسيت دنيا جي رڳو هڪ پاسائين يعني هڪ ئي رخ کان وضاحت نہ آهي. اِن ڪري مارڪسي سائنس ۾ پورهئي جي عملَ، يعني سياسي اقتصاديات جي اهميت اُن بنيادي ٻج جيئن آهي. جنهن مان ٻيا سڀ سماجي دائرا ۽

فڪرَ ٿئي ۽ اُپري پون ٿا. اِن طرح اُهي جيڪي مارڪسيت کي سماج جي رڳو اقتصادي اُڪيڙ سمجهن ٿا. سي اِن فلسفي جي مٿاڇري سمجهه رکن ٿا. آءُ هن مضمونَ ۾ مارڪسي نقطي نگاهه کان سنڌي سماج جي هڪ بنيادي مسئلي يعني ٻوليءَ جي مسئلي، جي ڇنڊڇاڻ ڪندس ۽ اِن معنيٰ ۾ اِها ڇنڊڇاڻ سنڌي ٻوليءَ جو دفاع پورهيت دوست نقطي نظر سان ٿيل آهي.

سڀ کان اول ننڍي کنڊ ۽ سنڌ جي سياسي ۽ اقتصادي دائرن جي مطالعي جي سلسلي ۾ اِن حقيقت کي چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي تہ سنڌ ۽ هند جي سماجن ۾ اقتصادي جدوجهدن پنهنجو اظهار سڌو سنئون سياسي انداز ۾ نہ ڪيو آهي. بنيادي اقتصادي عمل، سياسي دائري ۾ مذهب، نسل، برادريءَ ۽ ذات پات جي صورت اختيار ڪيل آهن. ۽ ان ئي ڪري انهن سڀني پاسن جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪرڻ کانسواءِ ننڍي کنڊ ۽ سنڌ جي سياست کي سمجهڻ ممڪن بہ نہ ٿو رهي. مثلا اڻويهہ سو سنتاليهين (1947ع) ۾ هندستان جي ورهاڱي ۽ سنڌ مان شهري هندو آباديءَ جي لڏپلاڻ جي ڳنڍ کي رڳو اقتصادي نقطي نگاهه کان سلجهائڻ ممڪن نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌي سماج ۾ موجود وڏيرن ۽ سيٺين پنهنجي پنهنجي اقتصادي- سياسي مفادن جو اظهار مذهبي صورت ۾ ڪيو ۽ خود سياست ۽ اقتصاديات جا مامرا مذهبي جنگ جو اظهار ٿي پيا. ننڍي کنڊ ۽ سنڌ جي سياست جو اهڙو روپ اسان جي سماج ۽ سماجي شعور جي اڻ اُسريل حالت جو نتيجو آهي.

بلڪل اَهڙو ئي هڪ ٻيو مثال انگريزن جي خلاف حُر تحريڪ آهي. اِن تحريڪ پڻ سنڌ جي اقتصادي- سياسي مفادن جو دفاع رڳو هڪ برادريءَ جي روپ ۾ ڪيو. جيڪڏهن اِها تحريڪ پنهنجو اظهار ڪُل سماجي- سياسي روپ ۾ ڪري ها تہ اها لازمي طرح پير پرستيءَ جي پراڻي ۽ فرسوده سماجي لاڳاپي کان آزاد هجي ها. اِن تحريڪ جي ابتدا ۽ پڇاڙيءَ جو سبب ساڳيو ئي آهي ۽ اُهوَاهو آهي تہ اِن تحريڪ ڪُل سنڌ جي مفادن جو دفاع رڳو هڪ برادريءَ جي دفاع جي روپ ۾ ڪيو.

سنڌي سماج جي مطالعي لاءِ هڪ ٻيو اهميت جوڳو پهلو اِهو آهي تہ سنڌ جي هاري ۽ پورهيت طبقي جي سياستائجڻ جو عمل اجا پڇي راس نہ ٿيو آهي. ان ڪري سنڌ جو هاري ۽ پورهيت پنهنجو سياسي اظهار ٻين طبقن جي شعور سان ۽ پارٽين ۾ ڪندو رهيو آهي، ۽ سنڌ جي هاريءَ ۽ پورهيت جي سياستائجڻ جي عمل کي پاڪستاني رياست ۽ سنڌ جا مٿيان طبقا پڻ روڪيندا ۽ رنڊائيندا رهيا آهن ۽ اِن سبب جي ڪري ئي سنڌ جي قومي آجپي جي تحريڪ پورهيت تحريڪ ۾ تبديل نہ ٿي سگهي آهي.

انگريز شهنشاهيت جتي ننڍي کنڊ کي پنهنجو غلام بنايو اُتي ساڳئي ئي وقت پنهنجي اقتصادي ۽ سياسي مفادن جي پيش نظر ننڍي کنڊ جي سماج جي تبديلي بہ اُن نوع جي ڪئي. اِن طرح اِها سماجي تبديلي ننڍي کنڊ جي سماجي زندگيءَ جي ڪيترن

ٿي دائرن ۾ ترقي پسند بہ ثابت ٿي، ڇاڪاڻ تہ انگريز سماج ننڍي کنڊ جي سماجي ڍانچي کان ٽيڪنيڪي (فني) ۽ فڪري ترقيءَ ۾ وڌيڪ اُسريل هو. ننڍي کنڊ جي زرعي پيداواري سرشتي، سياسي ڍانچي ۽ فڪري دائرن ۾ انيڪ تبديليون رونما ٿيون. هند ۽ سنڌ جي سماجن لاءِ اِهي تبديليون سڀ کان اول اوپريون ٿي ظاهر ٿيون، پر ارتقا جي عمل ۾ سنڌ ۽ هند جي سماجن اِنهن ڪيترين ئي تبديلين جي اثر کي پنهنجي نوع سان اپنايو ۽ پنهنجو ڪيو. پر اهو سلسلو پڻ پوريءَ طرح پڇي راس نہ ٿيڻو هو ۽ نہ ٿي سگهيو.

انگريز سامراجيت جي انهن ترقي پسند اثرن جي تفسير مان اِهو هرگز مطلب نہ آهي تہ انگريز شهنشاهيت جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل سموريون تبديليون ترقي پسند ثابت ٿيون، ۽ اِها ڳالهہ تہ صاف ۽ چٽي آهي تہ انگريز سامراج جو بنيادي ۽ پهريون مقصد سنڌ ۽ هند جي سماجن جي ڦرلٽ ئي هو.

سنڌ جي سماجي شعور جي ارتقا جي سلسلي ۾ انگريز شهنشاهيت جو هڪ انتهائي ترقي پسند عمل سنڌي ٻوليءَ کي عربي ٻوليءَ جي لپيءَ جو جامو پهرائڻ هو. سنڌي ٻوليءَ جي اِها لپي رڳو عربيءَ کي ميڪانڪي (جڙتو) انداز ۾ جيئن جو تيئن قبولڻ نہ هو. پر ڪيترائي نوان اکر پ. ڏ.ج وغيره عربي ٻولي ۾ موجود ئي ڪو نہ آهن سنڌي ٻولي ۾ اها تبديل ان معنيٰ ۾ اهم آهي تہ سنڌي ٻولي گروهي لپين مان آزاد ٿي، ڪُل سماجي ۽ قومي ٻولي جي حيثيت ماڻي،۽ ساڳئي وقت سنڌ جي عوام جي شعور جي ترقي جون ڪيتريون ئي انيڪ راهون کلي پيون.

پر ننڍي کنڊ ۾ مختلف قومن جون ٻوليون پنهنجن سماجن ۾ موجود مذهبي ۽ گروهي مفادن جي ڪري لکت ۾ قومي ٻولين جي حيثيت ماڻي نہ سگهيون. مثلاً پنجاب ۾ ورهاڱي کان اڳ مسلمان ۽ سک مذهبن جي گروهي تضادن جي ڪري پنجاب ٻوليءَ جي گرمکي لپي سک مذهب سان ڳنڍيل هڪ ٿي پئي هئي. ۽اِن ڪري ئي پنجاب جي مسلمان مٿئين وچولي طبقي اردوءَ کي اپنايو ۽ پنهنجي ئي پنجابي ٻوليءَ کي پاڻ لاءِ ڌاريو ۽ اوپرو بنائي ڇڏيو. اِهو ئي اُهو سبب آهي جنهن جي ڪري 1947ع ۾ پنجاب بہ اڌ ٿي پيو ۽ عام پنجابي مسلمان يا ننڍي کنڊ جي ٻئي عام مسلمانَ جي جديد "قومي شعور" جي ارتقائجڻ ۽ سياستائجڻ جو عمل رڪجي ويو ۽ اهڙيءَ طرح سڄو ننڍو کنڊ "مذهبي" ورهاڱي جي عتاب هيٺ آيل آهي.

اِن صورتحال ۾ سنڌي ٻوليءَ جي انگريز شهنشهايت ۾اِها ڪايا پلٽ يا تبديلي سنڌي قوم جي تاريخ ۾ هڪ معجزاڻي تبديلي آهي. اِن ڪايا پلٽ سنڌي ٻوليءَ کي رياستي ۽ ڪُل قوم جي ٻوليءَ جي هڪ نئين نوع سان حيثيت ڏني. سنڌي ٻولي جديد سرمايداري نظام، ادب، تعليم، فڪر، سياست ۽ اقتصاديات جي ٻولي ٿي پئي. اَهڙيءَ طرح سنڌ جي عوام جي جديد انداز ۾ شعورجڻ جو عمل تيز ٿي ويو.

سنڌي ٻوليءَ جي اِن لپيءَ ۽ اسڪولي تعليمي ٻوليءَ بنجڻ جي نتيجي ۾اِن کي سنڌ جي مسلمان ۽ هندو آباديءَ لاءِ اپنائڻ آسان ٿي پيو. ۽ اَهڙي طرح سنڌ جي قومي

شعور جي ارتقا تيز ٿي. اڄوڪي سڄي قومي ۽ طبقاتي سياست اِن سلسلي جو نتيجو آهي. سنڌي ٻوليءَ جيِ اِن شروعات اُن کي ڇپائيءَ، ريڊيو ٽي- وي ۽ ڪمپيوٽر جي ٻولي ۾ تبديل ڪرڻ جا امڪان کولي ڇڏيا. سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا جا اِهي سمورا ڏاڪا سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ ڏار ڏار دائرن ۾ انقلابَ آهن. ان ئي تناظَر ۾ بنگالي ٻوليءَ جي انقلابي ڪردار کي بہ ڏسجي ۽ سمجھڻ گھرجي.

ٻولين جي ارتقا رڳو سماجي شعور کي نہ پر سياسي اقتصادي مفادن جي جدوجهدن کي پڻ تيز ڪري ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۾ علم جي واڌ ويجھہ سنڌ جي وچولي طبقي کي جديد علمي سياسي معاملن کان متعارف ڪرايو ۽ اَهڙيءَ طرح اهو علم وچولي طبقي جي ذريعي سنڌ جي عوام ڏانهن منتقل ڪرڻ آسان ٿي پيو. اُن جي نتيجي طور سنڌ (۽ پڻ اوير بنگال) جي عوام جو سياسي شعور اُسرڻ لڳو ۽ اِن سبب جي ڪري ئي ننڍي کنڊ جي رجعت پسند نفيءَ، يعني پاڪستان جي قيام کان پوءِ سڀ کان پهريون حملو سنڌي (۽ هوڏانهن بنگالي) ٻوليءَ تي ٿيو.

پاڪستان جي حڪمرانيءَ ۽ اقتدار تي قابض گروهن ۽ سندن سول ۽ فوجي عملدار شاهي اردوءَ کي زبردستي ٻين سماجن جي مٿان مڙهڻ جي عَملَ کي تيز ڪيو. اُنهن اِهو ڄاتو ٿي تہ جيڪڏهن پاڪستان جي خطي ۾ موجود قومي ٻولين جي ارتقا ٿي تہ سندن ڦرلٽ جي باري ۾ وچولي طبقي جو علم هيٺيئين طبقي لاءِ حقيقتن کي سمجھڻ ۾ مدگار ثابت ٿيندو ۽ ائين پاڪستان جي بہ قومي نظريي تي ٻيٺل قومي نظريي جي تشڪيل جو عمل رڪجي ويندو.

هر سامراجيت ڪنهن ٻئي سماج کي رڳو اقتصادي طرح ئي غلام نہ ٿي بنائي، پر اُن اقتصادي ڦرلٽ جي دفاع ۾ غلام سماج جي ڪيترين ئي ٻين سماجي دائرن کي پنهنجي راڄ يا تسلط سان مطابقت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. ۽ ان سلسلي ۾ هر سامراجي راڄ ۾ مددگارُ غلام سماج جو مٿيون طبقو ئي ٿئي ٿو. غلام سماج جي مٿئين طبقي جي اڪثر اِها روايت آهي تہ اُهو پنهنجي پاڻ کي پنهنجن ماٿهن سان نہ، پر رياست ۽ ظالمن سان ئي سڃاڻپ ڏئي ٿو. سنڌ جي مٿئين طبقي جو اهو ڪردار سنڌ جي تاريخ جي ڪافي طويل دور ۾ فارسي ۽ عربي ٻولي اپنائڻ جي صورت وٺي ٻيٺل رهيو آهي.

پاڪستان جي حڪمرانن هڪ رِٿا تحت سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي شعور جي واڌ ويجھہ کي روڪڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي اوسر جي رنڊ روڪ شروع ڪئي. سنڌ جي پڙهيل وچولي طبقي کي هاري ۽ پورهيت عوامَ کان ڪٽي الڳ حيثيت ۾ ويهارڻ جي ڪوشش ڪئي. پر سنڌ جي عوام جي لڳاتار جهد رياست کي ڪيترن ئي دائرن ۾ ڪامياب ٿيڻ نہ ڏنو. جيئن انگريزن ننڍي کنڊ جي عوامَ کي آئي. سي. ايس امتحانن وسيلي هڪ ڏاري ۽ اوپري ثقافت جي زير اثر پليل ڪامورا شاهي ڏني. تيئن ئي هِنن پنهنجي راڄ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ساڳيا طريقا استعمال پئي ڪيا آهن.

پاڪستان جي دائري ۾ سنڌ جي غلامي سنڌ جي تعليمي نظام ۾ واضع آهي. سنڌي ٻار جي فڪري اوسر کي روڪڻ لاءِ هُن جي مٿان عربي، اردو ۽ انگريزي ٻوليون هڪ ئي وقت مڙهيون ويون. نااهل استادن کي سنڌ جي ڪوتاهه نظر مفاد پرست وڏيرا شاهيءَ جي وسيلي سِنڌ جي تعليمي نظام مٿان مڙهيو ويو ۽ اڄ سنڌ جي عام هيٺين طبقي جي شاگردَ جي ذهني سطح انتهائي گهٽ آهي.

ڪوبه مارڪسي نگاهه رکندڙُ لازمي طرح ڪنهن به ٻوليءَ جو مخالف نه آهي ۽ نه ٿي سگهي ٿو پر سندس اُها نگاهه ڪڏهن به ڪنهن سماج جي قومي شعوري ارتقا کي روڪڻ جي حامي نٿي ٿي سگهي. عربي، اردو ۽ انگريزي سنڌ جي ثقافت ۽ سماج لاءِ اوپريون ۽ ثانوي ٻوليون آهن. ۽ اُنهن جي حيثيت تعليمي سرشتي ۾ ثانوي ئي هجڻ گهرجي.

اڄ اسان جي پڙهيل لکيل حلقي ۾اِها راءِ عام آهي ته اُهي جيڪي انگريزي ٻوليءَ کي پرائمري اسڪولن ۾ ابتدا کان لاڳو ڪرڻ جا مخالف آهن، سي دراصل سنڌ جي هارين ۽ پورهيتن کي جديد دنيا جي ترقيءَ کان الڳ ڪرڻ گهرن ٿا. پر حقيقت اِن جي بلڪل اُبتڙ آهي. هڪ پاسي انگريزي ٻولي اسان جي ٻوليءَ جي پيٽ ۾ گهٽا پيرا وڏيڪ اُسريل ۽ اڳتي وڌيل آهي، ۽ ٻئي پاسي اِها اَئنگلو- آمريڪي سامراج جي ثقافت ۽ مارڪيٽ جي مفادن جي دفاع جو ذَريعو پڻ آهي. اُهي جيڪي انگريزي ٻوليءَ کي پرائمريءَ جي پهرين درجي کان ئي شروع ڪرڻ جا حامي آهن، سي دراصل اَئنگلو- آمريڪي سامراج ۽ اُن جي ثقافت جا ذهني غلام آهن. ۽اِن مسئلي کي علمي طرح نٿا نبيرن.

اڄ تعليمي نظامَ ۾ طبقاتي فرق ڏينهن به ڏينهن وڌيڪ چٽو ٿيندو ٿو وڃي ۽ جديد تعليمي نظام رڳو پرائيوٽ اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي ملڪيت ٿي پيو آهي. اَهڙو تعليمي نظام پيسي جي طاقت نه رکڻ وارن طبقن لاءِ سچ پچ ته هڪ خواب آهي. اِهو سڄو سلسلو سوويت يونين جي ڀڃ ڊاهه ۽ عالمي پورهيت تحريڪن جي زوال جي نتيجي ۾ نمودار ٿيو آهي.

اڄ جي دنيا ۾ ائنگلو- امريڪي سامراج ۽ اُن جي ادارن ٽيونءَ دنيا جي سماجن تي پنهنجي سامراجي ثقافت مڙهڻ جو عمل پڻ تيز ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري سيئي پرائيوٽ اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون ائنگلو- آمريڪي سامراج جي مفادن جي تحفظ جي نقطي نگاهه کان ڪورس ترتيب ڏين ٿيون ۽اِن سامراجي راڄ جي لاءِ ٽيونءَ دنيا جي لاءِ هڪ مخصوص سماجي تهُ [Elite class] تيار ڪيو پيو وڃي، جنهن جو ڪردار رڳو اِهو هجي ته ترقي پسنديءَ جي ڪوڙي هام هڻي، سامراج جي مفاد جو پورائپ ڪري. اسان جي عام خلق کان اِهو اسان جو سماجي طبقو سنڌي ٻوليءَ نه اچڻ جي ڪري اوپرو بنجي پوي ٿو. ۽ اَهڙيءَ طرح سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي شعور جي اوسر ڏک لڳي ٿو.

# ناري سوال جا سماجي بنياد

*اليگزيندرا ڪولنتاءِ/ وقار چانڊيو*



اها بورجوا دانشورن جي روايت رهي آهي تہ هو هڪ جنس جي ئي تي متيرائپ جي سوال، ذهني صلاحيتن ۽ "عورت ۽ مرد" جي نفسياتي جوڙجڪ جي بنياد تي بحث ڪندا آهن. جڏهن تہ تاريخي ماديت جا مڃيندڙ جنس جي فطري فرق کي تسليم ڪندا آهن ۽ اهو مطالبو ڪندا آهن تہ هر ماڻهو کي (عورت يا مرد) مڪمل حق خود اراديت، وسيع ترقي ۽ فطري لاڙن جي حاصلات جو حق حاصل آهي. تاريخي ماديت جا مڃيندڙ موجوده وقت جي عمومي سماجي سوال کان ڪٽيل، خصوصي عورت سوال جي وجود کي رد ڪندا آهن. عورت جي غلاميءَ پٺيان خاص معاشي محرڪ عمل پيرا هئا. ان عمل ۾ فطري محرڪن جي ثانوي حيثيت رهي آهي. فقط انهن معاشي محرڪن جو خاتمو جن پنهنجي ارتقائي عمل دوران هڪ مخصوص وقت تي عورت جي غلامي کي پيدا ڪيو عورت جي سماجي بيهڪ تي اثرانداز ٿي سگهي ٿو ۽ ان کي تبديل ڪري سگهي ٿو. ٻين لفظن ۾ عورت تڏهن ئي حقيقي آزادي ۽ برابري حاصل ڪري سگهي ٿي جڏهن دنيا کي نئين سماجي ۽ پيداواري طريقي سان هلايو وڃي.

ان جو بهرحال، اهو مطلب نہ آهي تہ موجوده (معاشي) ڍانچي اندر عورت جي زندگي ۾ ڪائي بهتري ممڪن ناهي. پورهيت سوال جو مڪمل حل جديد (سرمائيداراڻي) پيداواري تعلقن جي خاتمي سان ئي ممڪن آهي، پر ڇا اهو اسانکي سڌارن لاءِ جدوجهد ڪرڻ کان روڪي ٿو جيڪي پورهيت طبقي جي ترت مفادن جو پورائو ڪن؟ ان جي ابتڙ، هر نئين حاصلات (پورهيت لاءِ) سماجي برابري ۽ آزاد دنيا ڏانهن هڪ قدم هجي ٿي، هر اهو حق جيڪو عورت حاصل ڪري ٿي اهو ڪيس مڪمل آزادي جي ويجهو آڻي ٿو.

اهي مارڪسوادي ئي هئا جن پهريون دفعو پنهنجي پروگرام ۾ عورتن جي مردن سان حقن ۾ برابري جو مطالبو ڪيو. پنهنجي تقريرن ۽ تحريري پارٽي مطالبن ۾ هر وقت

۾ هر جاءِ تي عورتن تي موجود پابندين خلاف مارڪسوادي پارٽي جو ئي ڪم آهي جنهن ٻين پارٽين ۽ حڪومت کي عورتن جي حقن لاءِ سڏارا آڻڻ تي مجبور ڪيو. روس اندر هي پارٽي نہ صرف عورتن جي حقن جي نظرياتي محافظ آهي پر هر وقت ۽ هر جاءِ تي عورتن جي برابري واري حق جي پاسداري پڻ ڪري ٿي.

هن معاملي ۾ اها ڪهڙي شي هئي جيڪا "برابري جا حق (عورتن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪندڙ ان وقت جي هڪ تنظيم)" وارن کي هڪ مضبوط ۽ تجربيڪار پارٽي جي حمايت حاصل ڪرڻ کان روڪي پئي؟ حقيقت اها آهي تہ "برابري جا حق" وارا ڪيترا بہ ريڊيڪل ڇو نہ هجن پر اهي اڃان تائين پنهنجي بورجوا طبقي سان سچا آهن. هن وقت روسي بورجوازي جي طاقت ۽ واڌاري لاءِ سياسي آزادي هڪ اهم ضرورت آهي، جنهن کانسواءِ بورجوازيءَ جي معاشي پلائٽي کوکلي آهي.

## پيشيوراڻي ڌنڌن تائين پهچ

"مختلف شعبن ۾ عورتن جي شموليت" واري نعري سان عورتن جي آزاديءَ ۽ حقن لاءِ ٿيندڙ جدوجهد جي گهرج پوري نہ ٿي ٿئي. حڪومت ۾ نقط سڌي سنئين شموليت ئي عورتن جي معاشي حالت بهتر ڪرڻ ۾ مدد ڪري سگهي ٿي. اهائي وچولي طبقي جي عورتن جي مراعتون حاصل ڪرڻ واري جدوجهد پٺيان ڪارفرما خواهش آهي ۽ بيورو ڪريٽڪ سسٽم ڏانهن نفرت جو سبب پڻ اهو ئي آهي.

بهرحال، سياسي برابري جي مطالبي واريون اسان جون فيمنسٽ اڳواڻ پنهنجي پرڏيهي ڀينرن جهڙيون آهن. مارڪسسٽن جي سکيائن جا انيڪ سبق انهن لاءِ ڏاريا ۽ نہ سمجهہ ۾ ايندڙ آهن. فيمنسٽ ڪنهن بہ حوالي سان هن سماجي بيهڪ تي حملو نہ ٿيون ڪن بلڪہ هن ۾ ئي نظام اندر ڪنهن حد تائين برابري جون متلاشي آهن. اهي موجوده پدرشاهي سماج ۾ مرد کي حاصل فائدن ۽ مراعتن واري نظام کي تبديل ڪرڻ کانسواءِ ئي اصلاحن لاءِ جدوجهد ڪري رهيون آهن. انهن بورجوازي ۽ عورت تحريڪ جي نمائندن کي مسئلي نہ سمجهي سگهڻ لاءِ ڏوهہ نہ ٿا ڏيون. ڇاڪاڻ تہ انهن جو معاملن ڏانهن رويو پنهنجي طبقاتي بيهڪ جي ڪري لازمي طور ائين ئي جڙي ٿو.

## معاشي آزادي جي جدوجهد

سڀ کان پهرين تہ اسين پنهنجو پاڻ کان اهو سوال ڪريون تہ هڪ متضاد طبقاتي سماج اندر عورتن جي گڏيل جدوجهد ممڪن آهي؟ هڪ اڻ ڏريو مشاهدو ڪندڙ لاءِ اها حقيقت تہ بلڪل صاف آهي تہ آزادي جي جدوجهد ۾ حصو وٺندڙ سيئي عورتون ڪنهن هڪ طبقي سان واسطو نہ ٿيون رکن. مردن جي دنيا وانگر عورتن جي دنيا بہ ٻن ڌرين (طبقن) ۾ ورهايل آهي. اميدون ۽ مفاد هڪ ڌڙي کي بورجوازي طبقي جي ويجهو ٿيون آڻن جڏهن تہ ٻئي ڌڙي کي پورهيتن سان ويجهڙائي ۾ ۽ پورهيت عورتن جي آزادي ئي عورت سوال جو مڪمل حل ڏئي سگهي ٿي. توڙي جو ٻئي ڌڙا يا گروهہ عورتن جي آزادي

جو گڏيل نعرو هڻندا آهن پر پنهي جا مقصد ۽ مفاد مختلف هوندا آهن. هر گروهه لاشعوري طور تي شروعاتي نقطو پنهنجي طبقي منجهان کڻي ٿو جيڪو سندن مقصدن ۽ منزلن کي مختلف بڻائي ٿو.

(بورجوا) فيمينسٽن جا ڪيترا به ريڊيڪل مطالبا ڇو نه هجن پر اها ڳالهه نه وسارڻ گهرجي ته فيمنٽس، پنهنجي مخصوص طبقاتي بيهڪ هجڻ جي ڪري، سماجي ۽ معاشي تاڃي پيٽي جي ڪايا پلٽ لاءِ نه ٿا وڙهي سگهن، جنهن کانسواءِ عورت جي آزادي پڻ اڻپوري آهي.

ڪن حالتن ۾ سيني طبقن جي عورتن جا ڪي مقصد ساڳيا به ٿي سگهن ٿا پر پنهي طبقن جا آخري مقصد بلڪل مختلف هجن ٿا، اهي سندن طويل جدوجهد ۽ حڪمت عملين جو بنياد هجن ٿا. پورهيت عورتن لاءِ موجوده وقت جي برابر حقن جي جدوجهد پورهيت طبقي جي معاشي غلامي خلاف جدوجهدجي واڌاري جو هڪ ذريعو آهي جڏهن ته فيمنٽسن لاءِ موجوده سرمائيداري جي ڍانچي اندر مرد جي برابر حقن جي حاصلات ئي سڀ ڪجهه آهي. فيمنسٽ مرد کي پنهنجو خاص دشمن سمجهنديون آهن ڇو ته مرد سيئي حقَ ۽ مراعتون پنهنجي قبضي ۾ رکيون ويٺا آهن ۽ عورت لاءِ زنجيرون ۽ ضابطا ڇڏيا اٿن. انهن لاءِ انهن مراعتن جي حاصلات فتح هوندي آهي. پورهيت عورتن جو رويو ان معاملي ۾ مختلف هجي ٿو هو مرد کي ظالم ۽ پنهنجو دشمن نه سمجهنديون آهن اهي مرد کي پنهنجو ڪامريڊ سمجهنديون آهن جيڪو هنن سان روزانو جي محنت ۽ مشقت ۾ گڏ هجي ٿو ۽ گڏجي بهتر مستقبل لاءِ جدوجهد ڪري ٿو. عورت ۽ ان جو مرد ڪامريڊ ساڳين ئي سماجي حالتن جا غلام هجن ٿا، اهي ساڳيون ئي نفرت جوڳيون سرمائيداري جون زنجيرون هجن ٿيون جيڪي انهن جي خواهشن کي دٻائن ٿيون ۽ کين زندگي جي مُسرتن کان محروم بڻائن ٿيون. اهو پڻ سچ آهي ته هن نظام جا مخصوص پاسا عورت جي زندگي تي ٻٽو اثر وجهن ٿا، جيئن اهو پڻ سچ آهي ته مارڪيٽ ۾ پورهئي جون حالتون ڪڏهن عورت کي مرد جي مدِ مقابل آڻي بيهارينديون آهن، پر اهڙين اڻوڻندڙ حالتن ۾ به پورهيت طبقو چاهي ٿو ته ڏوهاري ڪير آهي!!

پنهنجي ڏکويل پورهيت ڀاءُ وانگر پورهيت ناري به سون جو پاڻي چڙهيل خونخوار ڏائن واري نه ڊاپندڙ ديو (سرمائيداري) کان برابر نفرت ڪري ٿي. ان "ديو" جو ڪم صرف پنهنجي شڪار جو سمورو رت چوسڻ ۽ لکين انساني زندگين تي پلجڻ هوندو آهي. ان "ديو" جي هيچ اهو نه ڏسندي آهي ته شڪار مرد آهي يا ناري. اهي ئي اُهي انيڪ ۽ اڻ ٽُٽ تندون آهن جيڪي پورهيتن کي گنڍين ٿيون. بورجوازي عورتن جون خواهشون عجيب ۽ نه سمجهه ۾ ايندڙ هجن ٿيون، اهي خواهشون پورهيت عورتن جي ضرورتن کي نٿيون اظهارين. نه ئي وري اهي عورتون پورهيت عورتن جي بهتر مستقبل جو ڪو عزم ڏيکارينديون آهن جنهن مستقبل جو سمورا مظلوم انسان منتظر هجن ٿا.

پورهيت ناري جو حتمي مقصد موجوده سرمائيداراڻي ڍانچي اندر پنهنجو مانُ ۽

مرتبو حاصل ڪرڻ جي خواهش کان انڪار نہ تو ڪري، پر خواهشن جي حاصلات جي راهہ ۾ مسلسل رڪاوٽون ايندڙيون رهن ٿيون جيڪي سرمائيداري جو جوهر هجن ٿيون. سماجي پورهئي (Socialized Labour) ۾ هم آهنگي ۽ هڪ منصفاڻي سماج ۾ ئي هڪ ناري حقيقي آزادي ۽ برابر حق حاصل ڪري سگهي ٿي. لبرل فيمنسٽ اهو سمجهڻ نٿيون چاهين ۽ ان سمجهڻ جي اهل بہ نہ ٿيون هجن. انهن کي ائين لڳندو آهي تہ جڏهن برابري کي رسمي طور لکتي قانون ۾ تسليم ڪيو ويندو تہ هو ظلم، غلامي، غم ۽ مشڪلاتن واري دنيا ۾ بہ پر آسائش جڳهہ حاصل ڪري سگهن ٿيون. اهو ڪنهن حد تائين درست پڻ آهي ڇاڪاڻ تہ پورهيت عورتن لاءِ تہ انهن برابر حقن جي معنيٰ صرف اڻ برابري ۾ مرد جو برابر حصو هجڻ ئي وڃي باقي بورجوا ناري لاءِ ئي حقن جي ان حاصلات جو مطلب نون حقن ۽ مراعتن جو دروازو کلڻ هوندو جيڪي پهرين بورجوا مرد کي ئي حاصل هئا. بورجوا عورت کي هر نئين رعايت جي حاصلات پنهنجي نندڙي ڀيڻ (پورهيت ناري) کان استحصال جو هٿيار مهيا ڪري ٿي ۽ ان سان نارين جي ٻنهي متضاد سماجي ڌڙن (طبقن) جي وچ ۾ فرق وڌي ٿو انهن جا مفاد وڌيڪ شدت سان ٽڪراءَ ۾ اچن ٿا ۽ انهن جا مقصد واضح ٽڪراءُ ۾ اچن ٿا.

پوءِ اها ناري سوال جي عموميت ڪٿي آهي؟ ڪٿي آهي اها مقصدن ۽ خواهشن جي هيڪڙائي جنهن جي ڳالهہ فيمنسٽ ڪنديون آهن؟ حقيقت تي هڪ گهري نظر ظاهر ڪري ٿي تہ اهڙي هيڪڙائي وجود نہ ٿي رکي ۽ نہ وجود رکي سگهندي. فيمينسٽن جو پنهنجو پاڻ کي ان لاءِ قائل ڪرڻ تہ ناري سوال جو سياسي پارٽي سان ڳانڍاپو نہ آهي يا اهو تہ .ناري سوال جو حل سڀني پارٽين ۽ سڀني عورتن جي شراڪت سان ممڪن آهي" اهي سڀ ڪوششون بي سود آهن. جيئن هڪ ريڊيڪل جرمن فيمينسٽ چيو آهي تہ مادي حالتون اسان کي فيمنسٽن جي ان وهم کي رد ڪرڻ تي مجبور ڪن ٿيون. پيداواري طريقي ۽ حالتن انساني تاريخ جي سڄي عرصي ۾ عورت کي محڪوم ٿاهيو آهي ۽ ڏاڪي بہ ڏاڪي ظلم ۽ محتاجي واري حالت ۾ اچلايو آهي ۽ منجهن ڪيترين ئي اڄ تائين ان ئي ظلم ۽ جبر هيٺ پيسجن پيون.

ناريءَ جي وڃايل اهميت ۽ آزادي حاصل ڪرڻ کان پهرين وڏي پيماني تي سماجي ۽ معاشي جوڙجڪ ۾ تبديلي ضروري هئي. پيداوار جي حالتن کي طاقتور بڻائي هاڻي اهي مسئلا بہ حل ڪيا ويا آهن جيڪي ڪنهن وقت ۾ وڏن دانشورن لاءِ بہ مونجهارو هئا. جن محرڪن (معاشي) عورت کي هزارين سالن کان غلام بڻائي رکيو هو اهي ترقي جي ٻي ڏاڪي تي کين آزادي ۽ خود اختياري ڏانهن وني وڃي رهيا آهن. پورهيت عورتن جي پورهئي جي عمل ۾ اچڻ کان ڪافي عرصو اڳ اڻويهين صدي جي وچ ڌاري بورجوا طبقي جي عورت لاءِ ناري سوال اهميت حاصل ڪئي. سرمائيداري جي وڏين فتحن جي نتيجي ۾ وچولي طبقي جي زندگي تنگ ٿيڻ لڳي. معاشي تبديلين وچولي ۽ پيٽي بورجوا طبقي جي معاشي حالت کي غير مستحڪم بڻائي ڇڏيو ۽ بورجوا نارين کي وڌندڙ ڇنڊڇاڻ

جي بي يقيني اچي ورايو تہ يا هو بدحالي قبول ڪن يا ڪم ڪرڻ جو حق حاصل ڪن. سماج جي انهن پرتن جون ڊيئرون ۽ زالون آفيسن، يونيورسٽين، بيوٽي پارلرن ۽ اخبارن جا در ڪڙڪائڻ لڳيون ۽ تمام وڏي تعداد ۾ انهن ۾ داخل ٿيڻ لڳيون. بورجوا نارين جي سائنس ۽ نئين ثقافت جي بهتر فاعدن تائين دسترس جي خواهش صرف ان وقت جي يا ڪنهن اوچتي ضرورت جو نتيجو نہ هئي پر ساڳئي " روزي - روٽي" جي مسئلن جو نتيجو هئي.

شروع ۾ ئي بورجوا نارين کي مردن پاران شديد مزاحمت کي منهن ڏيڻو پيو. پيشيوارانہ مهارت رکندڙ مردن ۽ روزي روٽي حاصل ڪرڻ جي مامري ۾ سيڪڙات نارين جي وچ ۾ شديد مقابلو ڇڙي پيو. ان جدوجهد بورجوا نارين جي پنهنجي دشمن مرد خلاف گڏجي بيهڻ ۽ پنهنجي طاقت گڏ ڪرڻ جي هڪ ڪوشش. "فيمنزم" کي جنم ڏنو. روزگار حاصل ڪرڻ جي ان جدوجهد شروع ٿيڻ سان اهي ناريون پاڻ کي "ناري جدوجهد جو هر اول دستو" سمجهڻ لڳيون. انهن اهو وساري ڇڏيو تہ معاشي آزادي حاصل ڪرڻ جي عمل ۾ بين ميدانن جيان، هتي بہ هو پنهنجي ننڍين ڀينرن (پورهيت نارين) جي نقش قدم تي هلي رهيون هيون ۽ سندن ڇالا پيل هٿن جي محنتن جو ڦل حاصل ڪري رهيون هيون.

بورجوازي نارين جي جدوجهد شروع ٿيڻ کان اڳ لکين پورهيت ناريون هر ملڪ جي فيڪٽرين ۽ ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ لڳيون هيون. پوءِ ڇا اهو چوڻ واقعي ممڪن آهي تہ اهي فيمينسٽ هيون جيڪي نارين جي پورهئي جي حق جي جدوجهد جون بانيڪار هيون؟ حقيقت هي آهي تہ فقط پورهيت نارين جي دنيا جي مارڪيٽ ۾ پورهئي جي حق بورجوا نارين کي اهل بڻايو تہ هو سماج ۾ آزاد حيثيت حاصل ڪري سگهيون جنهن جو فيمنسٽن کي وڏو غرور آهي.

اسان کي پورهيت نارين جي مادي حالتن کي بهتر ڪرڻ جي جدوجهد جي تاريخ ۾ هڪ واقعو بہ اهڙو نہ ٿو ملي جنهن ۾ گڏيل فيمنسٽ جدوجهد ڪو نمايان ڪردار ادا ڪيو هجي. پورهيت ناري پنهنجي زندگي جي حالتن کي بهتر ڪرڻ ۾ جيڪي ڪجهہ حاصل ڪيو آهي اهو عمومن پورهيت طبقي جي جدوجهد ۽ خصوصن انهن جي پنهنجي (پورهيت ناري) جدوجهد جو نتيجو آهي. پورهئي جي حالتن ۾ بهتري ۽ ڍنگ واري زندگي لاءِ جدوجهد جي تاريخ پورهيت طبقي جي آزادي جي جدوجهد جي ئي تاريخ آهي.

اهو پورهيتن جي ڪروڌ ۽ ناراضگي جو خوف ناهي تہ ٻيو ڇا آهي جيڪو فيڪٽري مالڪن کي پورهئي جو معاوضو وڌائڻ، ڪم جو وقت گهٽائڻ ۽ بهتر پورهئي جو حالتون فراهم ڪرڻ تي مجبور ٿو ڪري؟ اهو پورهيتن جي بيچيني جو خوف نہ تہ ٻيو ڇا آهي جيڪو حڪومت کي سرمائي طرفان پورهئي جي استحصال کي محدود ڪرڻ جا قانون ناهڻ تي مجبور ڪري ٿو؟

مارڪسسٽن ڪانسواءِ دنيا جي ڪا هڪ بہ پارٽي اهڙي نہ آهي جيڪا نارين جي پرجهلو تي هجي. ناري پورهيت طبقي جي ئي رڪن آهي. پورهيت طبقي جي هر رُڪن جي جيتري بهتر حالت ۽ عام ڀلائي هوندي اوتري ئي پورهيت طبقي جو ديرپا فائدو هوندو.

ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ وڌندڙ سماجي ڏکيائين جي مونجهاري واري صورتحال ۾ ناري سوال لاءِ وڙهندڙ هڪ سچو سپاهي تي سوچڻ گهرجي. ۽ جيڪو بہ ائين ڪندو ان تي اها حقيقت آشڪار ٿيندي تہ نارين جي گڏيل جدوجهد (فيمينسٽ) پورهيت ناري لاءِ ڪيترو گهٽ جهد ڪيو آهي. اها جدوجهد پورهيت طبقي جي زنده رهڻ ۽ ڪم جي حالتن کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪيتري نہ نااهل آهي. برابري لاءِ جدوجهد ڪندڙ انهن نارين کي انسان ذات جو مستقبل بي مزو ۽ غير يقيني ضرور لڳندو جن دنيا جو پورهيت نقطہ نگاهہ نہ اپنايو آهي يا وڌيڪ ڪامل سماجي نظام ۾ يقين نہ اٿن. جيستائين سرمائيداراڻو نظام تبديل نہ ٿو ٿئي تيستائين آزادي انهن لاءِ اڻمڪمل ۽ ناقص آهي. انهن نارين مان سجاڻ ۽ سنجيده ڪارڪُنن کي ان ڳالهہ تي نراسائي ضرور ٿيندي. هن جديد دور جي بگڙيل سماجي تعلقن ۾ صرف پورهيت طبقو ئي باڪردار ٿي سگهي ٿو. پنهنجي مقصد ڏانهن اهو (پورهيت) مضبوط تڪيل ۽ توريل مستقل مزاج قدم وڌائي ٿو. اهو پورهيت نارين کي ساڻ ڪري هلي ٿو. پورهيت ناريون پورهئي جي ڪنڊن ڀرئي رستي تي بهادري سان هلڻ لڳن ٿيون. جن جون تنگون جهريل ۽ جسم چڪنا چور هجي ٿو. رستي تي خطرناڪ لاهيون ۽ شڪار جا متلاشي وحشي جانور درندا هجن ٿا.

پر فقط ان رستي تي ئي هلندي ناري پنهنجو ڏور پر دلڪش مقصد "پورهئي جي نئين دنيا ۾ سچي آزادي" حاصل ڪري سگهي ٿي. روشن مستقبل جي حاصلات واري اڻانگي سفر ۾ پورهيت ناري، جيڪا اڃان تائين ڏڪاريل ۽ ڏتڙيل حالت ۾ آهي، پاڻ ۾ سمايل "غلام نفسيات" کي ختم ڪرڻ سکي رهي آهي. ڏاڪي بہ ڏاڪي هو پنهنجو پاڻ کي پورهئي، پنهنجي ذات ۽ احساسن ۾ آزاد ناري ۾ تبديل ڪري رهي آهي. اها پورهيت عورت ئي آهي جيڪا پورهيت طبقي سان گڏجي جدوجهد ڪندي سيني نارين لاءِ ڪم جو حق حاصل ڪري ٿي. اها "نندي ڀيڻ" پورهيت ناري ئي آهي جيڪا مستقبل جي آزاد ۽ "برابر" ناريءَ لاءِ ماحول ناهي ٿي.

اهو ڪهڙو سبب آهي جنهن ڪري پورهيت ناري بورجوا ناري سان گڏ بيهي؟ اهڙي اتحاد جي صورت ۾ فائدو ڪنهن جو ٿيندو؟ يقينن پورهيت ناريءَ جو فائدو نہ ٿيندو هوءَ پنهنجي محافظ پاڻ آهي، هن جو مستقبل هن جي پنهنجي هٿن ۾ آهي. پورهيت ناري پنهنجي طبقي جي مفادن جي حفاظت پاڻ ڪري ٿي. هوءَ "سيني نارين جي گڏيل دنيا" واري لفاظي جي دوکي ۾ نہ ٿي اچي. پورهيت ناري اهو نہ ٿي وساري ۽ وسارڻ بہ نہ گهرجي تہ بورجوا نارين جو مقصد متضاد سماجي ڍانچي ۾ رهندي سندن

پنهنجي پلائي آهي، جڏهن تہ پورهيت نارين جو مقصد پراڻي ۽ فرسودا دنيا جي جاءِ تي ڪائناتي پورهئي جا روشن منار ساڃين واري يڪجهتي ۽ راحت بخش آزادي واري تعمير ڪرڻ آهي.

## شادي ۽ ڪٽنب جو مسئلو

هاڻي اچو تہ ناري سوال جي هڪ ٻئي پاسي "ڪٽنب واري سوال" تي ڌيان ڏيون. ناري جي حقيقي آزادي لاءِ هن ترت ۽ منجهيل مسئلي جي حل جي اهميت ڪنهن کان ڳجهي نہ آهي. سياسي حقن، تعليمي سندُن ۽ هڪ جيتري پورهئي عيوض هڪ جيترو معاوضو برابري لاءِ جدوجهد جا ڪُل مطالبا نہ آهن. حقيقي ريت آزاد ٿيڻ لاءِ ناري کي ڪٽنب جي موجوده شڪلين جي وزني زنجيرن کي، جيڪي فرسوده ۽ ظالماڻيون آهن، ٽوڙڻو پوندو. نارين لاءِ "ڪٽنب سوال" جو حل بہ سياسي برابري ۽ معاشي خود مختياري حاصل ڪرڻ جيتري اهميت رکي ٿو. اڄ جي ڪٽنب اندر جنهن جو جڙاءُ قانون ۽ روايتون ڪن ٿيون، ناري نہ صرف هڪ فرد پر زال ۽ ماءُ جي صورت ۾ پڻ ظلم جو شڪار ٿئي ٿي. مهذب دنيا جي اڪثر ملڪن جو سول ڪوڊ ناري کي ٿورو يا گهڻو مڙس تي ڀاڙيندڙ بڻائي ٿو ۽ مڙس کي نہ فقط جائداد منتقل ڪرڻ پر ناري تي جسماني ۽ اخلاقي مٿيرائپ جو حق پڻ ڏئي ٿو.

جتان ناريءَ جي غلامي جا دفتري ۽ قانوني دائرا ختم ٿين ٿا اتان پوءِ هڪ ٻي قوت، جنهن کي اسين عام راءِ "Public opinion" چئون ٿا، شروع ٿئي ٿي. بورجوا طبقو "ملڪيت جي پاڪ اداري" کي تحفظ ڏيڻ لاءِ ان عام راءِ (Public Opinion) کي پيدا ڪندو آهي ۽ ڪيس سگهارو بڻائيندو آهي. "ٻٽي اخلاقيات" واري اِها منافقت هڪ ٻيو هٿيار آهي. سرمائيدار سماج ناري جي پورهئي جي تمام گهٽ معاوضي تي سخت معاشي ڦرلٽ ڪري ٿو. هوءَ پنهنجي مفادن لاءَ آواز اٿارڻ واري عام شهري جهڙي حقن کان بہ محروم آهي: ان جي جاءِ تي ناريءَ کي شادي جو ٻنڌڻ يا جنس فروشي جي اڏي، هڪ اهڙو ڏنڊو جنهن جي سرِعام نفرت ۽ روڪٿام ڪئي ويندي آهي پر اندروني طور مدد ۽ همٿ افضائي ڪئي ويندي آهي، ۾ بند ڪيو ويندو آهي. ڇا هاڻوڪي ازدواجي زندگي جي ڪوتن ۽ اجوڪي ڪٽنب جي تاجي پيٽي ۾ ناري پنهنجي حيثيت جي حوالي سان جيڪي پوڳنائون برادشت ڪري ٿي انهن تي زور ڏيڻ جي ضرورت آهي؟ ان موضوع تي گهڻو ڪجهہ چئجي ۽ لکجي چڪو آهي. ڪيترائي نفسياتي ڊراما ڪيا وڃن ٿا، ڪيترين ئي زندگيون معزور ڪيون وڃن ٿيون. ازدواجي ۽ ڪٽنبي زندگي ۾ ناري ڦاٿل ۽ مايوس ڪن حالت جي ور چڙهيل آهي. هتي غور ڪرڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ موجوده ڪٽنب جي اداري جو جڙاءُ ٿوري گهڻي فرق سان سڀني طبقن ۽ سماج جي سڀني پرتن جي نارين تي جبرُ ڪري ٿو. ريتون ۽ رواج بہ هر پرت جي ناريءَ تي ظلم ڪن ٿا. قانون بورجوا نارين، پرولتاري نارين ۽ ڪڙمي نارين سڀني کي انهن جي مڙسن

جي سرپرستي هيٺ رکن ٿا.

ڪتي اسان ناري سوال جو اهو پهلو ته نه ڳولي ورتو آهي جنهن تي سيني طبقن جون نارين متحد ٿي سگهن؟ ڇا اهي انهن پيڙهيندڙ حالتن خلاف گڏيل ويڙهه نه ٿيون ڪري سگهن؟ ڇا اهو ممڪن نه آهي ته ڏک ۾ مشڪلاتون جيڪي هن نظام ۾ ناريون مجموعي طور برداشت ڪن ٿيون انهن جي وچ ۾ طبقاتي تضاد کي گهٽ ڪن ۽ ٻنهي طبقن جي نارين جون ڪي گڏيل اميدون ۽ ڪي گڏيل مفاد جوڙين؟ ڇا انهن گڏيل خواهشن ۽ مقصدن جي بنياد تي پورهيت ناري ۽ بورجوا ناري جي وچ ۾ تعاون ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ فيمنسٽ شادي جي آزاد صورتن ۽ زچگي جي حق لاءِ جدوجهد ڪري رهيون آهن اهي جسم فروشيءَ خلاف آواز اٿاري رهيون آهن. ڏسو فيمينسٽ ادب لاڳاپن جي نين صورتن ۽ جنس جي "اخلاقي برابري" جي اتساهيندڙ مطالبن سان ڪيترو مالامال آهي. ڇا اها حقيقت نه آهي ته معاشي حقن جي دائري ۾ بورجوا ناري ڪروڙين پورهيت نارين جي فوج جون جيڪي "نئين ناري" جي رستي جون بانيڪار آهن ۽ پوءِ ڇا ڪٽنب سوال جي حل لاءِ ٿيندڙ جدوجهد جون رهنما اهي فيمينسٽ ٿي سگهن ٿيون؟.




هتي روس اندر وچولي طبقي جي بورجوا نارين (وڏي تعداد ۾ آزاد اُجوري تي ڪم ڪندڙ ناريون جن کي 1860 واري ڏهاڪي ۾ پورهئي جي مارڪيٽ ۾ آندو ويو) وڏي عرصي تائين جدوجهد ڪرڻ بعد شادي جي سوال جي ڪيترن ئي منجهيل پاسن کي پنهنجي عمل دوران گهٽي حد تائين حل ڪري ورتو آهي. انهن بهادري سان روايتي چرچ واري شادي جي "مضبوط" ڪٽنب جي جاءِ تي وڌيڪ آزاد قسم جي رشتي کي جوڙي ورتو آهي جيڪو ان سماجي سيرت جي صورتن مطابق آهي. پر ان مسئلي جو نارين طرفان انفرادي طور موضوعي حل جبر جي بدران مجموعي صورتحال کي نه ئو بدلائي ۽ مجموعي طور ڪٽنب واري زندگي جي ڏکوئيندڙ حالت منجهان ڇوٽڪاري جو سبب نه ئو بڻجي.

جيڪڏهن ڪا قوت اڄ جي ڪٽنب جي صورت کي ڍاهي ٿي ته اهي الڳ ۽ طاقتور فردن جون وڏيون ڪوششون نه پر جيئريون جاڳنديون طاقتور پيداواري سگهون آهن جيڪي غير مشروط طور زندگي جيئڻ جي طور نوان بنياد مهيا ڪن ٿيون. پر ڏيهه ۾ وڌيڪ آزاد فيمنسٽ ۽ هتي جون ڏيهي برابري جي حقن واريون ترقي پسند ناريون اها تبليغ ڪن ٿيون ته بورجوا دنيا جي جوان نارين جي بهادراڻي جدوجهد، جيڪي پراڻ کي اڇلائي سماج کان "محبت ڪرڻ جي سگهه سارڻ" واري حق جو مطالبو ڪن ٿيون.

سيني نارين لاءِ جيڪي ڪٽنب جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهن هڪ مثال جي حيثيت رکي ٿي. سنطن خيال مطابق خارجي حالتن کي ڇڏي ڪري شادي جو سوال حل ڪري سگهجي ٿو ۽ سماج جي معاشي ڍانچي تبديل ٿيڻ ڪانسواءِ ئي حل ٿي سگهي ٿو. نارين جون فوري طور ۾ الڳ الڳ دليراڻيون ڪوششون ئي سڀ ڪجهه آهن بس رڳو ناري کي "همت" ڪرڻ ڏيو شادي جو مسئلو حل ٿي ويندو.

پر سياسي طور تي گهٽ سرگرم نارين ۾ بيچيني واري صورتحال هجي ٿي. "اهو سڀ ڪجهه ناول يا ڪهاڻي جي هيروئن لاءِ ته نيڪ هجي ٿو جن کي ليکڪ وڏي آزادي، مري مٽي ويڃڻ وارا دوست ۽ سحر جو مانداڻ مچائڻ جون غير معمولي خوبيون نوازي ٿو ته هو "پراڻ" کي ڏڪي ڪين. پر انهن حقيقي زندگي ۾ غلام بڻايل انهن نارين جو ڇا ڪجي جن وٽ نه سرمايو آهي، نه مناسب اجورو نه دوست نه ئي جادوگري؟ آزاد زچگي وارو سوال پڻ آزادي لاءِ جدوجهد ڪندڙ ناري لاءِ منجهائيندڙ آهي. ڇا "پيار جي آزادي" هڪ عمومي لقاءُ طور هن سماج ۾ حاصل ڪري سگهجي ٿي؟ ان سماج جي معاشي ڍانچي اندر اهو حق جيڪو هڪ به مثالن کي ڇڏي عام طور قبوليل رواج بڻجي وڃي؟ ڇا اهو ممڪن آهي ته اڄ جي شادي ۾ رواجي ذاتي ملڪيت جي عنصر کان اکيون پوٽجن؟ "ڇا ان انفراديت جي شڪار دنيا ۾ ناري جي مفاد کي ڇيهو رسائڻ بغير رواجي شادي جي معاهدي کي نظرانداز ڪرڻ ممڪن آهي؟" ڇاڪاڻ ته شادي ئي واحد ضمانت آهي ته زچگي جون سڀ مشڪلاتون صرف ناري کي برداشت نه ڪرڻيون پونديون. ڇا اهو سڀ ڪجهه جيڪو هڪ وقت ۾ مرد سان ٿيو اهو ناري سان نه ٿيندو؟ دستڪاري قانونن جي خاتمي، مالڪ جي ورثاءُ کي نيڪ ڪندڙ نون قانونن کان سواءِ، سرمائي کي پورهيت مٿان مطلق اختيار فراهم ڪيو. "پورهئي ۽ سرمائي جي آزاد معاهدي" واري نعري بعد سرمائي هٿان پورهئي جو کليو استحصال هڪ اصول بڻجي ويو. طبقاتي نظام ۾ رهندي بار بار متعارف ڪرايل "محبت جي آزادي" ڪٽنبي زندگي جي مشڪلاتن مان ڇوٽڪاري بجاءِ ناري جي ڪلهن تي اڪيلي سر ۽ بغير مدد جي ٻار پالڻ جو هڪ نئون وزن وجهندي.

سماجي تعلقن ۾ سيئي بنيادي سڌارا (اهي سڌارا جيڪي ڪٽنب بجاءِ سماج ۽ رياست ڏانهن ذميواريون منتقل ڪن) ئي اها صورتحال پيدا ڪري سگهن ٿا جتي "آزاد محبت" وارو قانون ڪنهن حد تائين پورو ٿي سگهي ٿو. پر ڇا اسان سنجيده طور ان طبقاتي رياست، توڙي جو اها ڪيتري به جمهوري ڇو نه هجي، کان اها اميد ڪري سگهون ٿا ته اها مائرن ۽ ٻارن جي ذميواري کڻندي جيڪي هِن وقت تائين هڪ انفرادي اداري جديد ڪٽنب جي ذمي آهن؟ فقط سيني پيداواري تعلقن ۾ بنيادي تبديلي ئي اهي سماجي راهون کولي سگهي ٿي جيڪي "آزاد جنسي لاڳاپن" واري فارمولي جي منفي اثرن کان ناري کي بچائي سگهن ٿيون. ڇا اسان انهن محرومين ۽ عيبن کان آگاهه نه آهيون جيڪي موجوده حالتن ۾ پنهنجو پاڻ کي ان، پنهنجي ليبل (آزاد جنسي لاڳاپا)

جي آڙ ۾ لڪائن ٿيون؟ صنعتي ادارن جو انتظام هلائيندڙن ۽ مالڪن تي غور ڪريو جيڪي ڪن ڪان وٺي ڪيڏي چڏڻ جي ڌمڪي هيٺ پنهنجي عملي جي نارين تي جسماني حوس پوري ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهن ٿا. ڇا اهي پنهنجي طريقي سان ”آزاد جنسي لاڳاپا“ نہ ڪري رهيا آهن؟ اهي سڀ ڪارخانن جا مالڪ جيڪي پنهنجن نوڪرن کي جنسي حوس جو نشانو بڻائن ٿا. ڇا اهي ”آزاد جنسي لاڳاپا“ واري فارمولا تي عمل نہ ڪري رهيا آهن؟

آزاد شادي جي مطالبي جون پاسدار اعتراض ڪن ٿيون تہ اسان ان قسم جي آزادي جي ڳالهہ نہ ڪري رهيون آهيون. ان جي برعڪس اسان تہ ”هڪ اخلاقيات“ جي ميتا جو مطالبو ڪري رهيون آهن جيڪا ٻنهي جنسن لاءِ لازمي هجي. اسان تہ انهن جنسي تعلقن جي مخالفت ٿيون ڪريون ۽ فقط سچي محبت جي بنياد تي آزاد تعلق کي اخلاقي سمجهون ٿيون. پر منهنجون پياريون ساهيڙيون! ڇا توهان سمجهو ٿيون تہ موجوده سماجي حالتن ۾ ”مرضي واري شادي“ صرف جنسي لڳاپن جي آزادي ڪانسواءِ ڪجهہ تي سگهي ٿي؟ فقط تڏهن ئي آزاد محبت جو اصول لاڳو ڪري سگهجي ٿو جڏهن ناري انهن سيني مادي ٻنڌڻن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري جيڪي هن وقت ڪيس سرمائي ۽ مڙس جو ہٿو غلام ٺاهن ٿا. جيئن ناريون ڪم ۽ معاشي آزادي لاءِ ٻاهر وڃن ٿيون تہ ”آزاد محبت“ جا ڪجهہ امڪان ظاهر ٿين ٿا. خاص ڪري سنو اجورو حاصل ڪندڙ دانشور نارين لاءِ. پر نارين جو سرمائي بحرحال تي انحصار رهي ٿو ۽ جئين جيئن وڏيڪ پورهيت ناريون پنهنجي پورهئي جي قوت وڪڻن ٿيون تہ سرمائي تي اهو انحصار اجان بہ وڌي ٿو. ڇا ”آزاد جنسي لاڳاپن“ وارو نعرو ان اهل آهي جو نارين جي ڏکويل وجود جو ڪو درمان ملي. جيڪي صرف ايترو ڪمائين ٿيون جو هو زنده رهي سگهن؟ ۽ ڪهڙي بہ شڪل ۾. ڇا پورهيت طبقي ۾ اڳ ۾ ئي ”آزاد محبت“ تي عمل نہ ٿي رهيو آهي ۽ ڇا اهو عمل ايڏو گهٽو نہ آهي جو بورجوازين پورهيتن کي ”بداخلاق“ سڏي ڪيترائي دفعا مهم هلائي آهي ۽ ان کي ننديو آهي؟ اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ فيمينسٽ جڏهن شادي کا ٻاهر جنسي لاڳاپن جي ڳالهہ ڪن ٿيون تہ جيڪڏهن اهو آزاد بورجوا ناري لاءِ آهي تہ اهي هن کي ”آزاد محبت“ ڪوٺين ٿيون پر جڏهن پورهيت طبقو سوال هيٺ آهي تہ ان قسم جي لاڳاپن کي ”جنسي ڇڙواڳي“ جو نالو ڏنو وڃي ٿو. هي آهي انهن (فيمنٽسن) جي حقيقت.

پر پورهيت نارين لاءِ هن دؤر جا سڀئي تعلق، جن جي چرچ آزادي ڏئي يا نہ. پنهنجي نتيجن ۾ سخت آهن. پورهيت زال يا ماءُ جي لاءِ ڪٽنبي ۽ شادي واري مسئلي جو ڳر سندس مقدس ۽ سيڪيولر معروضي شڪل. پر موجوده معاشي ۽ سماجي حالتن ۾. ان تعلق سبب مٿس پوندڙ ذميواريون آهن. ناري لاءِ اهو بہ مسئلو آهي تہ ڇا هن جي مڙس کي هُن ڏانهن پنهنجي ڪمائي منتقل ڪرڻ جو حق آهي، ڇا ناري کي بہ مڙس کي ڪيس پاڻ سان گڏ رهائڻ جو حق آهي، ڇا مڙس کي زبردستي ناري کان ٻار الڳ ڪرڻ جو حق آهي

وغيره. بحرحال اُن ملڪي قانون جون ستون نہ آهن جيڪي ناري جي ڪٽنبي حالت جو سبب هجن ۽ نہ ئي وري ان جو سبب اِهي سماجي اصول هجن ٿا. جيڪي ڪٽنبي مونجهارن جي پيچيدگين کي سلجهائين ٿا. نارين جي اڪثريت لاءِ ان اذيت ڀريي تعلق جو سوال تڏهن ئي ختم ٿي سگهندو جڏهن سماج، ناري جي سيني ننڍين ننڍين گهريلو ذميوارين جو ذمو کڻي، جيڪي ذميواريون ان وقت ناري لاءِ اڻتر بڻيل آهن (انفرادي ۽ ڇڙوڇڙ گهريلو معيشيت جي صورت ۾). نئين نسل جي پالنا جو ذمو کڻي، زچگي کي تحفظ ڏئي ۽ گهٽ ۾ گهٽ پيدائش جي پهرين مهينن تائين ٻار کي ماءُ سان گڏ هجڻ جو تحفظ ڏئي.

فيمنسٽن جي قانوني ۽ مقدس چرچ واري شادي خلاف جدوجهد هڪ پاڇي، طلسم سان ويڙهہ آهي. جڏهن تہ پورهيت ناريون انهن سببن خلاف جنگ جوٽين ٿيون جيڪي اجوڪي شادي ۽ ڪٽنب جي شڪل جو بنياد آهن. سندن زندگي جي حالتن کي بنيادي طور تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي اهي (پورهيت ناريون) چاڻن ٿيون تہ اهي جنسن جي لاڳاپن کي سڌارڻ ۾ مدد ڪري رهيون آهن. شادي جي منجهيل سوال ڏانهن بورجوا ۽ پورهيت ناري جي نقطہ نگاهہ ۾ هتي اسان کي بنيادي فرق نظر اچي ٿو. بورجوا ڪيمپ سان واسطو رکندڙ سماجي سڌار پسند ۽ فيمنسٽ جيڪي اڄ طبقاتي سماج ۾ انهن نون ازدواجي تعلقن ۽ ڪٽنبي شڪلين جي پيدا ٿيڻ جي امڪان ۾ تمام سادگي سان يقين رکن ٿيون. حقيقت ۾ ان ڳولها ۾ اهي پنهنجو پاڻ کي ڳنڍين ۾ بند ڪن ٿيون. جيڪڏهن سماج پنهنجي ارتقائي عمل ۾ اهي شڪليون اڃا پيدا نہ ڪيون آهن تہ ضروري آهي تہ اهي ان جو تصور ڪن ۽ سوچين پلي ان جي ڇا بہ قيمت ڏيڻي پوي. اهي يقين رکن ٿيون تہ اڄ جي سماجي ڍانچي جي پيچيدا ڪٽنبي مسئلي جو حل اهڙا لاڳاپا هئڻ گهرجن. ۽ بورجوا دانشور، صحافي، ليکڪ، آزادي لاءِ جدوجهد ڪندڙ مشهور ناريون "ڪٽنبي مسئلي" لاءِ پنهنجو نئون "ڪٽنبي فارمولا" سامهون آڻينديون رهيون آهن.

اهي "ازدواجي فارمولا" ڪيترا نہ خيالي آهن. جڏهن اڄ جي ڪٽنبي تاجي پيتي جي دلگير حقيقت جي روشني ۾ ڏٺو وڃي تہ اهو اعلان ڪيترو نہ ناقص آهي. انهن "آزاد لاڳاپن، ۽ "آزاد محبت" جي فارمولن کي عمل ۾ آڻڻ کان پهرين ضروري آهي تہ ماڻهن جي وچ ۾ لاڳاپن ۾ هڪ بنيادي سڌارو اچي، وڌيڪ تہ اخلاقي ۽ جنسي معيار ۽ انسان جي پوري نفسيات هڪ پوري ارتقائي عمل منجهان گذري. ڇا اڄ جو انسان نفسياتي طور ان اهل آهي جو "آزاد محبت" کي منهن ڏئي سگهي؟ ان رقابت جو ڇا ڪجي جيڪا بهترين انسانن جي روحن کي بہ جڪڙي ويٺي آهي؟ ۽ ان ۾ گهر ڪري ويل ملڪيت جي تصور جو ڇا ڪجي جيڪو نہ صرف ٻئي جي جسم پر روح تي بہ مالڪي ڪرڻ چاهي ٿو؟ ۽ ٻئي کي الڳ فرد جي حيثيت ۾ مان نہ ڏئي سگهڻ جو ڇا ڪجي؟ ۽ ان عادت جو ڇا جيڪا ماڻهو کي پنهنجي پيارن تي حاڪميت لاءِ اڪسائي ٿي؟ ۽ ان اٿوٿندڙ ۽ شديد فراق ۽ بي انتها اڪيلائي جي احساس جو ڇا جيڪو محبوب جي محبت نہ ڪرڻ ۽

چڏي وڃڻ سبب پيدا ٿئي ٿو؟ اڪيلو ماڻهو جيڪو پنهنجي وجود ۾ انفراديت پسند آهي، ڪاٿي سڪون حاصل ڪري سگهندو؟ فرد لاءِ خوشين، غمن ۽ امنگن سميت جذباتي ۽ ذهني صلاحيتن جي اظهار لاءِ اجتمائيت بهترين ذريعو آهي، پر ڇا اڄ جو ماڻهو ان اجتمائيت ۾ اهڙي نموني حصو وٺي سگهي ٿو جو ان مان گڏيل تعلق جو اثر وٺي سگهجي؟ ڇا اڄ اجتمائي زندگي ان اهل آهي جو فرد جي ننڍڙين ذاتي خوشين جي جاءِ سگهي؟ اجتمائيت پسند، ايتري قدر جو سوشلسٽ پڻ، اڄ جي متضاد دنيا ۾ بلڪل اڪيلو آهي ۽ فقط پورهيت طبقي ۾ ئي هم آهنگي واري ۽ ماڻهن وچ ۾ اجتماعي سماجي لاڳاپن واري مستقبل جي هلڪي جهلڪ نظر اچي ٿي. خود زندگي وانگر ڪٽنبي سوال گهڻ پاسائون ۽ پيچيدا آهي. اسانجو سماجي ڍانچو ان کي حل ڪرڻ جي اهليت نه ٿو رکي.

ان سان گڏ ڪجهه ٻيا به ازدواجي فارمولا پيش ڪيا ويندا آهن، ڪيترين ئي ترقي پسند ۽ سماج لاءِ سوچيندڙ نارين ۽ مرد شادي جي ڳانڍاپي کي نسل وڌائڻ جو هڪ طريقو سمجهن ٿا. هنن جو مڃڻ آهي ته ناري لاءِ شادي جي پنهنجو پاڻ ۾ ڪا اهميت نه آهي ناريءَ جو مقصد ئي ماءُ ٿيڻ آهي جيڪو هن جي زندگيءَ جو مقدس فرض آهي. بورجوا دانشور رُٿ بري "Ruth Bray" ۽ ايلن ڪي "Ellen key" جي پوئلڳن جون مهربانيون جن جي انهن چوڻين هڪ مخصوص ت ـي پسندي جو دائرو ٺاهي ورتو آهي ته ناري ماڻهو بجاءِ هڪ مادي جنس آهي. پرڏيهي ادب وڏي شوق منجهان انهن سڙيل نارين جي نعري ڏانهن مائل ٿيو آهي. ۽ ايتري قدر جو هت روس اندر به 1905ع واري سياسي طوفان کان اڳ ۽ سماجي قدرن جي اٿل پٿل کان اڳ، زچگي جي سوال ڇاپي خانن منجهان ڪر ڪنيو. زچگي جي آزاديءَ جو نعرو ناري آبادي جي وسيع طبقي ۾ موٽ نه ٿو ماڻي سگهي. اهڙي طرح توڙي جو فيمينسٽن جا خيال ان مسئلي تي يوٽوپيائي (خيالي) قسم جا هئا پر مسئلو ايترو اهم هيو جو نارين جو خيال ڇڪرائڻ کان سواءِ نه رهي سگهيو.

"زچگي جو حق" جيڪو نه صرف بورجوا طبقي جي نارين کي پر ان کان به وڌيڪ شدت سان پورهيت نارين کي ڇهي ٿو. "ماءُ ٿيڻ جو حق" هي اهي لفظ آهن جيڪي "هر ناري جي دل" ڇُهي وڃن ٿا ۽ سندس دل جي ڌڙڪن تيز ڪن ٿا. پنهنجي ٻار کي پنهنجو کير پيارڻ جو حق، ۽ سندس هورڀان هورڀان شعور جا ڏاڪا طئي ڪرڻ وقت ساڻس گڏ هجڻ جو حق، هن جي ننڍڙي جسم جو خيال رکڻ ۽ زندگي جي پهرين ڏاڪن تي هن جي نفيس روح کي ڪنڊن جي پوڳنائن کان بچائڻ جو حق. ڪهڙي ماءُ آهي جيڪا انهن مطالبن جي حمايت نه ڪندي؟

لڳي ائين ٿو ته اسين ٻيهر اهڙي مسئلي تي پهتا آهيون جيڪو سماج جي مختلف پرتن (طبقن) جي نارين جي وچ ۾ اتحاد جي هڪ لمحي جو سبب بڻجي سگهي ٿو. ائين لڳندو ته اسان اها پُل ڳولهي لڌي آهي جتان انهن مخالف دنيائن جون نارِيون گڏ ٿي

سگهن. اچو تہ ويجهڙائي کان اهو جانچڻ جي ڪوشش ڪريون تہ ترقي پسند بورجوا نارين جي "زچگي جي حق" مان مراد ڇا آهي. پوءِ اسين اهو اندازو لڳائي سگهنداسين تہ برابر حقن لاءِ جدوجهد ڪندڙ بورجوا فيمنستن جي ڏنل زچگي جي مسئلي جي حل سان پورهيت نارين راضي ٿي سگهن ٿيون يا نہ. انهن (فيمينسٽن) جي نظر ۾ زچگي هڪ مقدس خاصيت آهي. ٻار پيدا ڪرڻ جي راهہ ۾ ڪروڙين رنڊڪن خلاف جدوجهد ڪندي (ڇاڪاڻ تہ قانون ان کي تحفظ نہ ڏنو آهي)، زچگي جي حق لاءِ وڙهندڙن مامري کي بيو رخ ڏنو آهي. انهن لاءِ زچگي ناري جي زندگي جو مقصد آهي. ايلن ڪي جي کي زچگي ۽ خاندان لاءِ پيار کيس اهو مڃڻ تي مجبور ڪيو آهي جو هُو چئي ٿي تہ سوشلسٽ راهہ تي تبديل ٿيل سماج ۾ پڻ ڪٽنب جي الڳ حيثيت برقرار رهندي. هن جي نظر ۾ فرق صرف اهو هوندو تہ اڄ جي سهولتن ۽ مادي فائدن وارا عنصر شادي واري لاڳاپي ۾ نہ هوندا، رسمن ۽ رواجن ڪانسواءِ باهمي اُنس جي بنياد تي هوندا. پيار ۽ شادي ساڳي شي هوندي. پر الڳ ڪٽنبي ايڪو اڄ جي انفراديت تي ٻڌل ۽ شڪار جي متلاشي، زير بار ڪندڙ ۽ اڪيلائي ۾ اڇلائيندڙ دنيا جو نتيجو آهي. جديد نيو ڪلائي ڪٽنب پيانڪ سرمائيداري نظام جي پيداوار آهي. ۽ اڃان بہ ايلن ڪي سوشلسٽ معاشري کي ڪٽنب جو ادارو ورثي ۾ ڏيڻ جي اميد ڪري ٿي. اهو سچ آهي تہ رت جا رشتا ۽ مائٽيون مٿيون اڄ جي دور ۾ زندگي جو واحد سهارو آهن ۽ مصيبتن مشڪلاتن کان بچڻ جو واحد آجهو آهن. پر ڇا اهي اخلاقي ۽ سماجي طور مستقبل ۾ لازمي هوندا؟ ايلن ڪي ان جو جواب نہ ٿي ڏئي. هن کي "آدرشي ڪٽنب" سان ڏاڍو پيار آهي. هي وچولي بورجوازي طبقي کي وڻندڙ ادارو (ڪٽنب) جنهن کي بورجوا سماجي ڍانچي جا پوڄاري وڏي عزت جي نگاهہ سان ڏسن ٿا.

پر اها صرف ذهين پر عجيب ايلن ڪي نہ آهي جيڪا سماجي تضادن ۾ پنهنجو رستو وڃائي ويهي ٿي. حقيقت ۾ اهڙو بيو ڪو سوال نہ آهي جنهن تي سوشلستن ۾ پڻ ايترا اختلاف موجود هجن جيترا شادي ۽ ڪٽنبي سوال تي آهن. جيڪڏهن اسان سوشلستن کان سروي ڪريون ۽ ان کي گڏ ڪريون تہ گهڻو امڪان آهي تہ نتيجا عجيب هجن. ڇا ڪٽنب ختم ٿيندو؟ يا اهي بنياد آهن تہ مڃجي تہ اڄ جي ڪٽنب جا مسئلا عارضي نوعيت جا آهن؟ ڇا مستقبل جي سماج ۾ ڪٽنب جي هاڻوڪي شڪل برقرار رهندي يا اها سرمائيداري سان گڏ دفن ٿي ويندي؟ هي اهي سوال آهن جن جا جواب مختلف اچن ٿا.

ٻارن جي سکيا ۽ تعليم جي عمل کي ڪٽنب کان سماج ڏانهن منتقل ڪرڻ سان اڄ جي الڳ ڪٽنب جي وجود جي آخري ڪڙي بہ ڪمزور ٿي ويندي ۽ ان جي ٽٽڻ جو عمل وڌيڪ تيزي سان اڳتي وڌندو ۽ مستقبل ۾ ازدواجي تعلقن جا هلڪا اهڃاڻ ظاهر ٿيڻ شروع ٿيندا. اسين ڇا انهن اهڃاڻن جي باري پيشنگوئي ڪري سگهون ٿا جيڪي اڄوڪين حالتن جي اثر هيٺ دبيل آهن؟

ڇا ڪنهن بئي ماڻهو کي اهو ورجائڻو پوندو تہ محبت ڪندڙ فردن جو آزاد تعلق اڄ جي ضروري ڪٽنبي شڪلين جي جاءِ وٺندو. آزادي لاءِ جدوجهد ڪندڙ نارين جي ذهنن ۾ جڙيل آزاد محبت جو خيال بيشڪ ڪنهن حد تائين نئين سماج ۾ امڪاني جنسن جي وچ ۾ لاڳاپن سان ٺهڪندڙ آهي. بهرحال سماجي دباءُ ايترا تہ پيچيده ۽ منجهيل آهن جو اها پيشنگوئي ڪرڻ ناممڪن آهي تہ سڄي نظام کي بنيادي طور تبديل ڪرڻ کانپوءِ ڪهڙا تعلق هوندا. پر جنسن جي وچ ۾ آهستي آهستي ٿيندڙ ارتقائي تبديلي اها پڪي ثابتي ڏئي ٿي تہ جبري الڳ ڪٽنب ۽ رواجي شادي جو خاتمو انسان جو مقدر بڻجي ويو آهي.

## سياسي حقن لاءِ جدوجهد

فيمنسٽ اسان جي تنقيد جو اهو جواب ڏيندا آهن تہ توڙي جو نارين جي سياسي حقن لاءِ اسان جا دليل اوهان کي غلط لڳن پر ڇا انهيءَ سان ان مطالبي جي اهميت گهٽجي ويندي، جيڪي لازمي طور فيمينسٽن ۽ پورهيت طبقي جي نمائندن لاءِ بنهہ ضروري آهي.؟ ڇا ٻنهي طبقن جو نارين گڏيل سياسي مقصدن خاطر ڪين ورهائيندڙ طبقاتي فرق کي نہ ٿيون ختم ڪري سگهن؟ اها ڳالهہ ڪيتري حد تائين ممڪن آهي تہ اهي سڀ ڪين گهيريندڙ ۽ غلام بنائيندڙ قوت خلاف گڏيل جدوجهد ڪري سگهن؟ جيتري قدر ٻئين سوالن جو تعلق آهي تہ انهن جي وچ ۾ فرق اٽڪر آهي پر هن مخصوص سوال تي، فيمنسٽن جي نظر ۾، مختلف پرتن جي نارين ۾ ڪو اختلاف نہ آهي. فيمنسٽن بار بار اهي دليل پريشاني وچان شدت سان دهرائنديون رهنديون آهن. اهو چاٽينديون بہ تہ پنهنجي طبقاتي سچائي رکندڙ پورهيت طبقي جا نمائنده ناري جي حقن لاءِ ساٿن گڏ نہ ٿا بيهن. ڇا اها ڳالهہ بلڪل ائين ئي آهي؟



ڇا واقعي ئي منجهن سياسي مقصدن جي هيڪڙائي موجود آهي؟ ڇا تضاد سيني مسئلن جيان هن مسئلي تي بہ هڪ گڏيل ۽ طبقن کان مٿانهين نارين جي فوج ٺاهڻ جي راهہ ۾ رڪاوٽ تہ نہ ٿو بڻجي. پورهيت نارين لاءِ پنهنجي سياسي حقن جي حاصلات لاءِ جيڪي حڪمتِ عمليون جوڙيون وينديون اُهي طئي ڪرڻ کان پهرين اسان کي انهن سوالن جا جواب ڏيڻا آهن.

فيمنسٽ پنهنجو پاڻ کي سماجي سڌارن کي سمجهندڙ ڌر طور ظاهر ڪنديون آهن. انهن مان ڪجهہ تہ چونديون آهن تہ اسين سوشلزم جي حق ۾ آهيون. پر اهي انهن مقصدن جي

حاصلات لاءِ پورهيتن جي صفن ۾ شامل ٿيڻ نہ چاهيندڙيون آهن. ان مان بهترين ناريوادين جو اهو سچو يقين هوندو آهي تہ هڪ دفعو اُهي اعليٰ عهدن تائين پُهچي وڃن تہ اهي انهن سماجي سورن جو علاج ڪري سگهنديون جيڪي انهن مطابق مردن پاران سندن خودغرضي وچان پيدا ڪيا ويا آهن. بهرحال فيمنسٽن جي گروهن جا پورهيتن ڏانهن ڪيترا بہ بهتر ارادا ڇو نہ هجن پر جڏهن جڏهن طبقاتي جدوجهد جو سوال سامهون آيو آهي تہ اهي خوف منجهان ميدان جنگ ڇڏي ويون آهن. انهن کي محسوس ٿئي ٿو تہ اهي بين جي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪن ۽ پوءِ اهي بورجوا آزاد خيالي "Bourgeois Liberalism" ڏانهن موٽ کائين ٿيون جيڪا ڏاڍي آساني سان مقبول ٿئي ٿي. بورجوا فيمنسٽ پنهنجي سياسي خواهشن جي مقصد کي ڪيترو بہ ڇو نہ لڪائن. اهي پنهنجي ننڍين ڀيڻن (پورهيت نارين) کي اهو يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڇو نہ ڪن تہ سياسي زندگي ۾ اچڻ سان پورهيت طبقي جي ناري کي بي انتها فائدا ملندا. پر پورهيت طبقي سان جذباتي لاڳاپو ۽ وفاداري جيڪا سچي فيمنسٽ تحريڪ تي چانيل رهي ٿي اها ناري جي مردن سان برابر سياسي حقن کي بہ طبقاتي رنگ ڏئي ٿي، جيڪو بظاهر عمومي ناري جو سياسي مطالبو لڳندو. سياسي حقن جي استعمال ڏانهن مختلف سمجهہ ۽ مقصد. پورهيت ۽ بورجوا ناري جي وچ ۾ نہ پار ٿيندڙ ويڇي کي پيدا ڪري ٿو. هي ان ڳالهہ سان متضاد نہ آهي تہ ٻنهي طبقن جي نارين جا ڪنهن حد تائين ترت مقصد ساڳيا ٿي سگهن ٿا. ڇاڪاڻ تہ ٻنهي طبقن جو نمائنده عورتون جن سياسي طاقت تائين پهچ حاصل ڪئي آهي. بغير فرق جي شهري قانون خلاف جدوجهد ڪن ٿيون. جيڪو هر ملڪ اندر ٿوري گهٽي فرق سان. ناري مخالف هجي ٿو. ناريون پورهئي جون حالتون بهتر ڪرڻ جي حق ۾ قانون تبديل ڪرڻ لاءِ جُهد ڪنديون آهن. اهي جسم فروشي کي قانوني بڻائيندڙ قانون خلاف گڏيل جدوجهد ڪنديون آهن. بهرحال انهن ترت مقصدن جي ساڳيائپ رواجي نوعيت جي آهي ڇاڪاڻ تہ سندن متضاد طبقاتي مفاد انهن سڌارن ڏانهن سندن متضاد رويي کي جنمين ٿا.

فيمنسٽ ڇا بہ چون پر "طبقن کان مٿاهين" سياست جي عظيم ۽ اتساهڪ کان وڌيڪ طاقتور طبقاتي جبلت هجي ٿي. بورجوا ناريون ۽ انهن جون ننڍيون ڀينرون جيستائين اٻرابري ۾ برابر آهن تہ بورجوازي فيمنسٽ مڪمل ايمانداري سان نارين جي عمومي فائدي لاءِ جدوجهد ڪري سگهن ٿيون. پر جڏهن هڪ دفعو اها رنڊڪ هٽي ٿي ۽ بورجوا ناريون سياسي عمل جو حصو ٿين ٿيون تہ هاڻوڪيون "سڀني نارين جي حقن" جون محافظ پنهنجي طبقي جي مراعتن جون شديد محافظ بڻجي وڃن ٿيون ۽ پنهنجي ننڍين ڀينرن (پورهيت نارين) وٽ ڪنهن بہ حق نہ هئڻ تي راضي ٿي وڃن ٿيون. اهڙي طرح سان جڏهن فيمنسٽ "عمومي ناري" جي قانون جي حاصلات لاءِ پورهيت نارين سان گڏيل جدوجهد جي ضرورت جي ڳالهہ ڪن ٿيون تہ پورهيت نارين جو ان تي يقين نہ ڪرڻ فطري آهي.

پروفائیل

# کامریڈ نصیر ہمایوں۔ایک سچا انقلابی

نعیم شاکر



9 جنوری 2014ء کو ہمارے ہر دلعزیز کامریڈ نصیر ہمایوں ہم سے ہمیشہ کیلئے بچھڑ گئے۔ اگرچہ مزدور تحریک کے کارکن، عوامی ورکرز پارٹی اور ادارہ عوامی جمہوریت سے وابستہ ہر شخص ان کی وفات پر نہایت غمگیں اور دکھی ہے مگر ہمیں فخر ہے کہ چار دہائیوں سے زیادہ عرصہ اس نے محنت کشوں کی جدوجہد کرتے ہوئے ہمارے ساتھ گزارا۔ ہم کامریڈ نصیر ہمایوں کی مزدور فلسفہ اور مزدور جدوجہد کے ساتھ انتھک اور پختہ وابستگی کو سرخ سلام پیش کرتے ہیں۔

وہ ایک کمیٹڈ انقلابی ورکر تھا جو بہت دیانتداری اور جانثاری سے محنت کشوں کی جنگ ملک کے بالادست طبقات کے خلاف لڑتا رہا۔ اسے مرتے دم تک یقین تھا ملک کے پسماندہ اور بچھڑے ہوئے طبقات کے دن آخر پھریں گے اور ایک ایسا غیر طبقاتی سماج تشکیل ہوگا جو ظلم اور استحصال سے پاک ہوگا۔ جہاں امن اور انصاف قائم ہوگا اور سماجی اونچ نیچ کا خاتمہ ہوگا۔

اٹھارہ برس کی عمر میں اس نے 1968ء میں پاکستان ریلوے کی ملازمت اختیار کی۔ وہ ریلوے ورکشاپ میں مزدور کی حیثیت سے بھرتی ہوا۔ مرزا محمد ابراہیم کی قیادت میں ریلوے ورکرز یونین ان دنوں ایک مضبوط یونین تھی جس کی مزدور جدوجہد ملک بھر کی مزدور تحریک کو متاثر کرتی تھی۔ نصیر ہمایوں بھی ریلوے ورکرز یونین کے نہ صرف ممبر بن گئے بلکہ جلد ہی اس کا ایک اہم کردار بن گئے۔ ریلوے ورکرز یونین کا جلسہ ہو یا جلوس، احتجاجی مظاہرہ ہو یا ہڑتال، نصیر ہمایوں پیش پیش نظر آتا۔

ایک سچے انقلابی کی طرح مزدور جدوجہد کو اس نے اپنی زندگی کا اوڑھنا بچھونا بنا رکھا تھا۔ ملک کے بائیں بازو کے قائدین سی آر اسلم، عابد حسن منٹو اور سردار شوکت علی سے اس نے مزدور فلسفہ اور مزدور جدوجہد کے بارے میں درس لیا تھا اور اس تعلیم و تربیت کو اس نے اپنی ذات کا حصہ بنا لیا تھا۔ یہی اس کا طرہ امتیاز تھا جس نے اس کی ذات

میں انقلابی کیفیت برپا کر رکھی تھی اور یہی انقلابی کیفیت اس کو ہمہ وقت متحرک رکھتی تھی۔

نصیر ہمایوں نے عوامی نیشنل پارٹی میں شمولیت اختیار کی اسی دوران ملک میں ضیاالحق کے مارشل لا کے خلاف اور جمہوریت کی بحالی کیلئے MRD (Movement for Restoration of Democracy) کی تحریک میں بھی لاہور میں ایک سیاسی کارکن کی حیثیت سے نمایاں تھے۔ ہر روز لاہور سے ایک احتجاجی جتھہ نکلتا تھا جس کو سرکاری کی پولیس پکڑ کر لے جاتی تھی۔ نصیر ہمایوں بھی پکڑے گئے اور جیل بھیج دیئے گئے۔

1980ء کی دہائی کے آخر میں عابد حسن منٹو کی قیادت میں پاکستان ورکرز پارٹی کی تشکیل ہوئی۔ یہ پارٹی چند بائیں بازو کے گروپس کے ادغام سے تشکیل ہوئی۔ اس پارٹی کے پروگرام کے مطابق ملک کے بائیں بازو کو اکٹھا کرنا تھا تاکہ ملک میں بکھرے ہوئے گروپس کو محنت کشوں سے جڑی ہوئی سیاسی قوت میں منظم کیا جائے اور بائیں بازو کی ایک فعال اور مضبوط سیاسی جماعت بنایا جائے۔ ملک کو فوجی جرنیلوں، جاگیرداروں اور سرمایہ داروں کے چنگل اور سامراجی اثرات سے آزاد کرایا جائے۔ اسی پروگرام کو آگے بڑھاتے ہوئے عوامی جمہوری پارٹی تشکیل دی گئی جس میں چند بائیں بازو کے گروپس بھی جمع ہوئے۔ (یہاں موقع نہیں کہ مدغم ہونے والے بائیں بازو کے ان گروپس کی نشاندہی کروں)۔

بہر حال پارٹی کا یہ پروگرام اور ایجنڈا نصیر ہمایوں کے دل کی آواز تھی کہ بایاں بازو ملک میں ایک مضبوط سیاسی قوت کی صورت میں پھر سے ابھرے اور عوام کے وسیع تر حلقوں کو ساتھ ملا کر بنیادی سماجی تبدیلی پیدا کرے تاکہ استحصالی سماجی اور اقتصادی ڈھانچے گرائے جا سکیں اور ایک منصفانہ نظام قائم ہو۔

میں چونکہ پارٹی کی مرکزی کمیٹی کا ممبر تھا اور مرکزی سطح پر کچھ ایسی ذمہ داری میرے پاس تھی اور لاہور ہی میں تھا اس لئے نصیر ہمایوں مجھ سے پارٹی کی ان سرگرمیوں کے بارے میں باخبر رہنے کے لئے جستجو میں رہتا اور اس ایجنڈا کی تکمیل کے ہر مرحلہ پر وہ جس انداز میں مسرت اور اطمینان کا اظہار کرتا وہ ایک انقلابی ہی کا ہو سکتا ہے۔

نیشنل ورکرز پارٹی کی تشکیل اسی ایجنڈا کی تکمیل کے لئے ایک اور پیش رفت تھی۔ اس تشکیل میں غوث بخش بزنجو کی پاکستان نیشنل پارٹی کا ایک بڑا حصہ بھی شامل تھا۔ پاکستان نیشنل پارٹی کی شمولیت پر نصیر ہمایوں بہت خوش تھا اور پھر وہ پارٹی کے ساتھ ایک ہمہ وقت کارکن کی حیثیت جی جڑ گیا اور یوں اس کا میرے ساتھ رشتہ اور گہرا ہو گیا۔

بعد ازاں جب پاکستان لیبر پارٹی، عوامی پارٹی پاکسان اور نیشنل ورکرز پارٹی کا ادغام ہوا تو وہ بہت خوش ہوا لیکن اپنے کچھ تحفظات کے ساتھ جن کا اظہار وہ مجھ سے کرتا رہتا تھا مگر پارٹی کے فیصلہ کے مطابق اس نے پارٹی کی سرگرمیوں میں اور بڑھ چڑھ کر حصہ لینا شروع کر دیا۔

نصیر ہمایوں کا رشتہ مزدور مرکز کوٹ لکھپت کے ساتھ بھی گہرا تھا۔ مزدور راہنما بشیر ظفر کے ساتھ اس کے تنظیمی معاملات کے بارے میں جھگڑے اور پھر دونوں کی طرف سے میری مداخلت اور معاملہ بندی کے دوران دلچسپ مکالمہ ہوا کرتا اور ایک اچھے انقلابی کی طرح اپنے مزدور ساتھی کے ساتھ غصہ ختم کر دیتا اور پھر جدوجہد کو مزید

آگے بڑھانے کی بات کرتا تھا۔ یوں میں نصیر ہمایوں کی سیاسی اور مزدور جدوجہد کو کئی زاویوں سے دیکھ سکا۔ وہ اپنی فکری دیانتداری میں پختہ اور جدوجہد میں جانثار ساتھی تھا۔

شخصی زندگی میں وہ ساتھیوں کی نجی اور خاندانی زندگی میں بھی ہمدرد اور ساجھے دار بنتا اور ان کی خوشی غمی میں شریک ہوتا۔ نہایت خوددار شخص تھا جو اپنی عسرت زدہ حالت میں بھی اظہار نہ کرتا اور پارٹی کی سرگرمیوں میں مصروف رہتا تھا۔

پارٹی کے کاموں کے ساتھ ساتھ نصیر ہمایوں نے پارٹی کے ماہنامہ عوامی جمہوریت کی ترسیل میں بھی حصہ لینا شروع کر دیا اور بالآخر پارٹی پرچہ کو ساتھیوں تک پہنچانے کی ذمہ داری بھی اس پر آگئی اور وہ ماہنامہ عوامی جمہوریت کا سرکیولیشن انچارج بن گیا۔ اس کے لئے اس نے بڑی دلجمعی اور محنت سے یہ کام کیا۔

گذشتہ سال 2013ء میں نصیر ہمایوں کی صحت بالکل گر گئی۔ وہ کئی قسم کے امراض کا شکار تھا۔ اس دوران اپنی بیوی کے مخوی مرض کے لئے شوکت خانم کینسر ہسپتال آتا جاتا اور ساتھ ساتھ پارٹی اور عوامی جمہوریت کا کام بھی کرتا رہتا۔ اس نے اپنی اور اپنی بیوی کی بیماری کا بڑی دلیری اور حوصلے سے سامنا کیا۔

گزشتہ گرمیوں میں نصیر ہمایوں اس قابل نہ رہا تھا کہ وہ چل پھر سکے۔ اس کے باوجود وہ پارٹی دفتر آتا اور میرے دفتر بھی عوامی جمہوریت کے سلسلے میں آتا۔ اسے دیکھ کر مجھ خوف بھی آجاتا اور حیرت بھی ہوتی کہ یہ شخص اس حالت میں گھر سے نکل پڑا ہے اور ان کاموں کو کرنے کیلئے تیار رہتا ہے۔ بالآخر میں نے سختی سے منع کیا کہ جب تک تمہاری صحت بحال نہیں ہو جاتی تم نے میرے دفتر نہیں آنا مگر اس کو ذرا سا آرام آتا تو گھر سے نکل پڑتا۔

جب میں گرمیوں کی چھٹیوں میں بیرون ملک گیا تو نصیر ہمایوں کی حالت بہت ہی خراب تھی سچ یہ ہے کہ میں باہر جاتے ہوئے ڈرتا ہی رہا کہ کہیں میرے جانے سے پہلے ہی اس کی صحت جواب نہ دے جائے۔ پھر امریکہ سے ای میل یا ٹیلی فون پر رابطہ کرتا تو دعا کرتا کہ کوئی مجھے نصیر ہمایوں کی اچھی ہی خبر دے۔ واپس آیا تو دیکھا کہ نصیر ہمایوں کے ہسپتال کے بار بار چکر لگنے شروع ہو گئے تھے۔ مگر وہ تھا کہ اس حالت میں بھی اپنی خراب صحت کی پرواہ کئے بغیر کام جاری رکھے رہا۔

عابد حسن منٹو صاحب بھی اس سے ناراض ہوتے کہ تم اس حالت میں کیوں گھر سے نکل آتے ہو، گھر میں آرام کرو مگر وہ اپنی دُھن کا پکا تھا۔ اس کی ساری زندگی جدوجہد سے عبارت ہے۔ وہ ہم سب کے لئے مشعل راہ تھا اور رہے گا۔ میں اس کو مخاطب کر کے منیر نیازی کا شعر اکثر دہرایا کرتا تھا۔

کجھ شہر دے لوک وی ظالم سن
کجھ سانوں مرن دا شوق وی سی
کجھ راہوں اونج دی اوکھیاں سن
کجھ سانوں لڑن دا شوق وی سی



13 فيبروري 1911
فيض احمد فيض
جي جنم ڏينهن
جي نسبت سان

# ربّا سچّیا

ربّا سچّیا توں تے آکھیا سی
جا اوئے بندیا جگ دا شاہ ہیں توں
ساڈیاں نعمتاں تیریاں دولتاں نیں،
ساڈا نَیب تے عالیجاہ ہیں توں،
ایس لارے تے ٹور کد پُچھیا ای
کِیہ ایس نمانے تے بیتیاں نیں
کدی سار وی لئی او ربّ سائیاں
تیرے شاہ نال جگ کِیہ کِیتیاں نیں
کِتے دھونس پولیس سرکار دی اے
کِتے دھاندلی مال پٹوار دی اے
اینویں ہڈّاں وِچ کلپے جان میری
جیویں پھاہی چ کُونج کُر لاوندی اے
چنگا شاہ بنایا ای رب سائیاں
پَولے کھاندیاں وار نہ آوندی اے
مَینوں شاہی نئیں چاہیدی ربّ میرے
مَیں تے عزّت دا ٹکّر منگناں ہاں
مینوں تاہنگ نئیں، محلاں ماڑیاں دی
میں تے جیویں دی نکّر منگنا ہاں
میری مَنّیں تے تیریاں میں منّاں
تیری سَونہہ جے اِک وی گلّ موڑاں
جے ایہ مانگ نئیں پُجدی تیں ربّا
فیر میں جاواں تے ربّ کوئی ہور لوڑاں

فیض احمد فیض
۱۹۷۴ء



جي پارٽي کي فائدو پهچائڻ لاءِ پرتي ڪيا ويا هئا ۽ هر حڪومت پوئين حڪومت جي ڪنيل ملازمن کي برطرف ڪري" پنهنجاماڻهو" رکيا. سولين حڪومتن فوج کي خوش رکڻ خاطر ريٽائرڊ فوجين کي وڏن وڏن ادارن جي مک عهدن تي رکيو جنهن انهن ادارن کي پيِنگيو ڪيو ۽ يونين کي ڪرپٽ ڪيو هڪ سوال تو پيدا ٿئي ٿو ته جيڪڏهن ملڪي/ سرڪاري ادارن کي خانگائڻ ايترو ئي فائديمند عمل آهي ته پوءِ هي فوجي ڪاروباري ادارن کي پرائيويٽائيز ڇو نه ٿا ڪن؟ وڏن ادارن جيئن فرنٽير ورڪس آرگنائيزيشن(ايف ڊبليو او) فوجي فرٽيلائيزر، آرمي اسڪول، بحريا اسڪولن ۽ ڪاليجن ۽ ان جهڙا ڪي ٿي ڪاروبار ۽ ادارا آهن جن منجهان فوج بنا ڪنهن ٽيڪس ڊيڻ يا ٽيڪس ڇوٽ وٺي منافعوڪمائي رهي آهي، جيڪڏهن دليل اهو ئي آهي ته جيڪي به ادارا منافعو نه پيا ڪمائن انهن کي خانگايو وڃي ته پوءِ پي ٽي سي ايل ۽ سيمنٽ فيڪٽرين، گيهه فيڪٽرين جهڙن گهڻو منافعو ڪمائيندڙادارن کي ڇو خانگايو ويو..؟ ۽ اڄ به جيڪي دليل پي آءِ اي ۽ پاڪستان ريلوي لاءِ ڏنا وڃن ٿا اُهي متين ڇاٽايل ادارن لاءِ ته مڃڻ جوڳا ناهن. ڇا حڪومت ادارن کي بهتر انتظاميا ۽ بهتر پيداواري صلاحيت جي ذريعي درست نٿي ڪري سگهي؟ انهن ادارن تي جيڪي به سولين ۽ فوجي ڪامورا راڄ ڪري رهيا آهن، انهن کي برطرف ڪري عوام دوست ۽ پورهيت دوست انتظاميا ڇو نٿي آندي وڃي..؟ اهو ان ڪري ممڪن ناهي ته پاڪستان جو حڪمران طبقو عالمي سرمائيدارن جو پيچ لٽڪائو رهيو آهي، جنهن ملڪ جي اندروني مسئلن کي سمجهڻ بدران نيو لبرل ايجنڊا تحت آءِ ايم ايف جي پاليسين تي عمل پيئي ڪيو آهي. اها پ پ حڪومت هجي يا نواز شريف جي حڪومت يا وري فوجي حڪومت هجي پر انهن جي معاشي پاليسين ۾ جيڪا ڳالهه ڌيان جوڳي آهي اها هي ته فوجي پيداواري ادارن کي ذاتي ملڪيت ۾ آڻڻ جي ڳالهه ڪڏهن ناهي ڪئي ويندي.

نواز حڪومت جو ناليوارو معيشتدان اسحاق ڊار جنهن پاليسي تي عمل ڪري رهيو آهي اها ملڪ جي سرمائيدار طبقي جي مفادن جي پرجهلو آهي، هن جو اهو چوڻ ته سرڪاري ادارا حڪومتي بجيٽ تي وزن آهن ۽ ٽئڪس ڏيندڙن جي پئسن جو ڏيان آهي، بجيٽ خسارو وڌيل آهي دراصل عوامي ادارن کي پنهنجن منظورِ نظر سرمائيدارن کي پڳڙن مٽ تي کپائڻ واري سازش جو ئي حصو آهي ڇاڪاڻ ته ان خساري کي گهٽ

12 فيبروري 1809، حياتيات جي ارتقائي نظريي جي باني چارلس ڊارون
جي جنم ڏينهن جي نسبت سان



”علم جي پيٽ ۾ جهالت ويساهه کي تمام تڪڙو جنم ڏيندي آهي. تمام گهٽو ڄاڻيندڙن بدران، اُهي تمام ٿورو ڄاڻيندڙ ئي هوندا آهن، جيڪي زور ڏئي چوندا آهن ته سائنس هي يا هو مسئلو ڪڏهن به حل نه ٿي ڪري سگهي.“ چارلس ڊارون

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.  جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽  غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَڻَ پَڻَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)